# سنڌين جو مستقبل
# ڇا ٿيندو؟

سنڌين کي اقليت ۾ تبديل ڪرڻ واري سازش
۽ انهن جي حقن تي ڌاڙي جا تفصيل

ريسرچ ورڪ

سيد شمس

تجزيو

اي ـ آر بلوچ
رٽائرڊ سي ايس پي آفيسر

پاران :
سنڌ ساگر پارٽي



جيڪڏهن لڏپلاڻ جي روڪڻ جا جوڳا اپاءَ نہ ورتا ويا تہ پوءِ ١٩٩١ع ۾ سنڌ جي ڪل آبادي چار ڪروڙ چوويهہ لک (۴۲۴۴۳٦۹۸) ٿيندي، جنهن ۾ سنڌي ٻہ ڪروڙ نو لک (۲۰۹۰٦۲۳۴)، پنجابي پنجياسي لک (۸۵۰۵۴۱۰)، پٺاڻ ستاويهہ لک (۲۷۲۷۸۳۴)، اردو اٺانوي لک (۹۸۰۴۲۲۰) ۽ ڪشميري ۽ ٻيا پنج لک هوندا. اهڙيءَ طرح سنڌ جي اصلي آبادي اقليت ۾ تبديل ٿي چڪي هوندي ذرا سوچيو تہ سهي صرف ڇهن سالن جي عرصي اندر! ڇا سنڌ جي اصلي باشندن کي انهيءَ ايڏي وڏي ۾ وڏي ۽ تيزيءَ سان ايندڙ طوفان جو اندازو ٿئي ٿو؟



# فهرست

# لکڻ جي ضرورت ڇو پئي

هن ڪتابڙي لکڻ جو فقط ۽ فقط اهو مقصد آهي ته ان ڳالهه جو حقيقت پسندانه جائزو ورتو وڃي ته پاڪستان اندر رهندڙ قومن جو لڏ پلاڻ جي سلسلي ۾ ڪهڙو رجحان رهيو آهي، ان جا اصلي ڪهڙا سبب آهن ۽ انهيءَ جا هن وقت تائين ڪهڙا اثر نڪتا آهن يا اڳتي هلي نڪري سگهن ٿا. ان سان گڏ اهو به ڏنو وڃي ته نتيجا مثبت ٿا نڪرن يا منفي. جي منفي نتيجا ٿا اچن ته پوءِ انهن کي مثبت بڻائڻ لاءِ ڪهڙا اپاءَ ورتا وڃن.

سڀ کان اول پڙهندڙن جي آڏو اها ڳالهه رکڻي آهي ته پاڪستان ۾ سنڌ صوبو اهڙو واحد صوبو آهي، جيڪو ٻاهران ايندڙ ماڻهن جي لڏ پلاڻ کان وڌ ۾ وڌ متاثر ٿيو آهي. تنهنڪري هيٺين ٻن ڳالهين تي وڌيڪ ڌيان ڏيڻو پوندو.

(i) سنڌ اندر ٻين صوبن کان لڏي ايندڙن جو زور ڇو رهيو آهي؟ انهيءَ مان ڪهڙا مسئلا پيدا ٿيا آهن. سنڌ جي سياسي، معاشي ۽ تهذيبي حالتن تي ان جو ڪهڙو اثر پيو آهي ۽ انهن سڀني مسئلن جو ممڪن حل ڪهڙو ٿي سگهي ٿو.

(ii) جيئن ته سنڌ، جي عوام کي پنهنجي مستقبل جي تعمير پاڻ ڪرڻي آهي، تنهنڪري هن لاءِ سنڌ جي مسئلن کان آگاهي رکڻ، بي حد ضروري آهي. جڏهن عوام ۽ خاص سنڌ جي مسئلن کان پوريءَ طرح آگاهه هوندو ته پوءِ ئي هو سنڌ جي ڀرپور نمائندگي ڪري سگهندا. ۽ سنڌ

هتي اهو ڄاڻائڻ ضروري آهي تہ هن ڪتابڙي ۾ ڏنل مواد سرڪاري ڪتابن تان ئي ڪنيو ويو آهي ۽ جيئن جو تيئن پيش ڪيو ويو آهي. مثال طور ١٩٥١ع کان ١٩٨١ع تائين آدمشماريءَ جا ڪتاب ۽ ان سان گڏ ٻيا واسطيدار ڪتاب وغيره. پنهنجي طرفان هڪ انگ جو اضافو ٿيل ناهي. اسان جو مقصد هي حقيقت ثابت ڪرڻ آهي تہ اهي سرڪاري انگ اکر (جيڪي پورا زور ڏئي ٻاهرين آبادڪاريءَ کي لڪائڻ جو ڪوشش ڪندي جوڙيا ويا آهن) توڙي جو اعتبار لائق ناهن، بلڪ جڙتو ۽ گمراه ڪن آهن، تنهن هوندي بہ سنڌين کي اقليت ۾ تبديل ڪرڻ جي سازش جو ڏس ڏين ٿا.

هن ڪتاب ۾ ڏنل انهن سرڪاري انگن اکرن مان ئي واضح ٿئي ٿو تہ ١٩٦١ع کان ١٩٨١ع تائين ٻين صوبن کان غيرقانوني طور لڏي آيل ماڻهن جو تعداد تقريباً ٻائيتاليهه لک آهي*. جنهن موجب هر سال سنڌ ۾ سراسري ٻہ لک ماڻهو غيرقانوني طور آباد ٿيندا رهيا آهن. (هوندي تہ اهو تعداد اڃا وڌيڪ آهي، جيئن ڪمشنر ڪراچي جو گذريل سال اهڙو بيان اچي چڪو آهي تہ ١٩٧١ع کانپوءِ رڳو ڪراچيءَ ۾ ٽي لک ماڻهو سال ۾ ٻاهرين صوبن جا اچي آباد ٿيندا رهيا آهن).

بهرحال هي انگ اکر سنڌي ماڻهن تائين پهچي ڪري جتي عام ماڻهن جي آگاهي جو باعث بڻيا اتي اسان جي نالي چڙهيل ليڊرن ۽ دانشورن جي ذهن جهنجهوڙڻ جو ڪو سبب بڻجن ۽ اهي ڪا سنڌين جي واقعي نمائندگي ڪري سگهن.

---

* ١٩٨١ع کان هيلتائين ڪراچي سميت پوري سنڌ جي اندر ٻاهرين صوبن مان آيل ماڻهن جي آبادڪاري جو تعداد ان کان علاوه آهي، اهو پڪ سان چئي سگهجي ٿو تہ آبادڪاريءَ جي سلسلي ۾ هي عرصو چوٽ تي رهيو آهي.

# آدمشماري، اقتصاديات ۽ سنڌ

سنڌ جي آباديءَ جي شرح واڌ ۱۹۰۱ع کان ۱۹۴۱ع تائين، ۰۶۹۲ کان ۱۶۹۲ سيڪڙي جي درميان رهي آهي. ۱۹۵۱ع ۾ شرح واڌ ۱۶۸۴ سيڪڙو هئي. ان کان پوءِ ۱۹۵۱ع کان ۱۹۶۱ع جي درميان ۳۶۱۵ سيڪڙو ۱۹۶۱ع کان ۱۹۷۲ع جي عرصي ۾ ۴۶۵۷ ۽ ۱۹۷۲ع کان ۱۹۸۱ع جي درميان ۳۶۵ سيڪڙو رهي. ظاهر آهي ته وڌيل شرح واڌ جو سبب ٻين صوبن کان لڏي ايندڙن جي رش آهي.

(۱) ۱۹۵۱ع کان پوءِ سنڌ اندر آباديءَ جي شرح- واڌ دنيا جي ٻين ترقي پذير ملڪن جي شرح واڌ کان جيڪا سراسري طور ۲۶۵ سيڪڙو هئي، ويڌي رهي آهي. انهيءَ حساب سان سنڌ اندر بي روزگاريءَ جو مسئلو پاڪستان ۽ ٻين ملڪن جي ڀيٽ ۾ ويڌو رهندو ۽ صديءَ جي آخر ۾ ڏکڻ ايشيا جي مقابلي ۾ ۹۰ سيڪڙو مزدوريءَ جي قابل آبادي بي روزگاري رهندي. يعني جي اهائي شرح واڌ، غير فطري واڌ سبب رهي ته پوءِ روزگار جي قابل ۱۰۰ ماڻهن مان رڳو ۱۰ ماڻهن کي روزگار ملندو ۽ ۹۰ ماڻهو بي روزگار رهندا.

(۲) خوراڪ جي ذخيرن ۾ کوٽ ٿيندي ويندي ۽ اناج ۽ ٻيون کاڌي پيتي جون شيون ٻين صوبن جي ڀيٽ ۾ جن کي غير فطري آبادي جي شرح واڌ جو مقابلو ناهي، مهانگيون ٿينديون وينديون. حالانڪ هن وقت سنڌ ئي هڪ اهڙو صوبو آهي جو کاڌ خوراڪ جي وسيلن ۾ خود ڪفيل آهي.

(۳) اها تيز شرح- واڌ، جيئن ته غير فطري (ٻين صوبن مان لڏ پلاڻ) سبب آهي، تنهنڪري آباديءَ جو گهڻو حصو شهرن

۾ جمع ٿيندو رهي ٿو. ان سبب شهرن، خاص ڪري ڪراچيءَ ۾ پاڻي بجلي، گيس، ٽرانسپورٽ ۽ انجهڙا پياڪيترائي مسئلا پيدا ٿيندا رهن ٿا، جنهن سبب شهرن ۾ انهن سهوليتن جي پوري ڪرڻ ڪري ٻهراڙي وارن کي انهن سهولتن جو گهٽ حصو ٿو ملي.

(۴) شهرن جي وڌندڙ آباديءَ ڪري اتي ترقيءَ جي رفتار به وڌائڻي پوي ٿي جنهن سبب ٻهراڙيءَ جي ترقي جي رفتار تي اثر پوي ٿو، جڏهن ته ٻهراڙيءَ جي آباديءَ جو تناسب ٦٠ سيڪڙو آهي(د)آباديءَ جي بي حساب غيرفطري واڌسبب،ڪراچيءَ اندر سنڌ جي ماڻهن لاءِ روزگار محدود ٿيندو ٿو رهي.

## حاصل مطلب:

متين ڳالهين کان علاوه ٻيون ڪيتريون ڳالهيون آهن، جن جي چاڻ هن مضمون جي مطالعي کانپوءِ حاصل ٿيندي ۽ ذهن ۾ سنڌ جي موجوده حالتن ۽ احساس محروميءَ جو نقشو واضح ٿي پوندو. ان کان پوءِ ئي احساس ٿيندو ته اسان کي ڪهڙا ضروري اُپاءَ وٺڻ گهرجن

# پاڪستان جي آدمشماريءَ ۾ ٻوليون ۽ انگ اکر

## ١٩٥١ جي آدمشماري

ورهاڱي بعد، پاڪستان اندر پهرين آدمشماري ١٩٥١ع ۾ ٿي. پاڪستان جي موجوده آباديءَ تي بحث ڪرڻ کان پهريون ضروري آهي ته ١٩٥١ع جي آدمشماريءَ جو جائزو ورتو وڃي.

١٩٥١ع ۾ گڏيل پاڪستان جي ڪل آبادي ست ڪروڙ چاونجاهه لک ڇٽيهه هزار (٧،٥٦،٣٦،٠٠٠) هئي، جنهن ۾ اڌ کان وڌيڪ آبادي اوڀر پاڪستان جي هئي. يعني چار ڪروڙ ١٩ لک ٻٽيهه هزار (٤١٩٣٢٠٠٠). انهيءَ حساب سان ان وقت اولهه پاڪستان (موجوده پاڪستان) جي ڪل آبادي ٽي ڪروڙ سٺتيهه هزار (٣،٠٠،٣٧٠٠٠) هئي. ٻولين وار تفصيل هيٺينءَ ريت هو.(١)

| | اردو | پنجابي | پشتو | سنڌي | بلوچي | بروهي | ٻيون ٻوليون | ٽوٽل |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| بلوچستان | سادا اٺيهه هزار | سٺهتر هزار | ٻه لک اٺهتر هزار | هڪ لک چوراسي هزار | ٽي لک چورانوي هزار | هڪ لک ڇهانوي هزار | ٻارنهن هزار | ٻارنهن لک چوونجاهه هزار |
| سرحد | پنجاهه هزار | ڏهه لک اٺ هزار | چوٽيتاليهه لک ڇٽيهه هزار | فقط ٽيويهه (٢٣) | فقط چار (٤) | هڪڙو به نه | هڪ لک سٺر هزار | اڻونجاهه لک چوهٽ هزار |
| پنجاب | ڏهه لک چوهتر هزار | هڪ ڪروڙ ڇنيانوي لک | چوٽيتاليهه هزار | نوَ هزار | ٽي هزار | هڪڙو به نه | سادا پنج هزار | ٻه ڪروڙ ڇهه لک چوٽيهه هزار |
| سنڌ | ڏهه لک پنجيتاليهه هزار | ٻه لک ٻاونجاهه هزار | ٻاونجاهه هزار | سٺتيهه لک ڇنيانوي هزار | پنج لک ڇائيتاليهه هزار | نيويهه هزار | ٽي لک ڇٽيهه هزار | ست لک چوٽيتاليهه هزار |
| ڪل پاڪستان | چوويهه لک سٺونجاهه هزار | ٻه ڪروڙ اٺ لک | پنجاهه لک | چاليهه لک | نوَ لک ٽيتاليهه هزار | ٻه لک اٺويهه هزار | پنج لک اٺويهه هزار | ٽي ڪروڙ چاليهه لک |
| اوڀر پاڪستان (بنگال) | ٻه لک اٺهٺ هزار | ست هزار | ٻه هزار | ٽي هزار ست سؤ | هڪڙو به نه | هڪڙو به نه | - | ٻه لک ايڪياسي هزار |

١٩٦١ع ۾ اولهه پاڪستان جي ڪل آبادي چار ڪروڙ اٺاويهه لک اسي هزار (٤٢،٢٨،٨٠،٣٧٨) هئي جنهن ۾ مکيه ٻولين جو تعداد هن ريت هو:

| | | | * | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| | ٢٩،٨٤،٨٢٦ | ٢،٦١،٨٦،٥٨٦ | ٦٧،٧٧،٩٥٠ | ٥٤٩،٦٣،٩٩٦ | ٩،٨٢،٥١٣ | ٣،٦٥،٥٥٧ | ٤٠،٥٢،٠٢٥ | |
| ڪل پاڪستان | اٺيهه لک اڻياسي هزار | ٻه ڪروڙ ايڪهٺ لک سٺياسي هزار | سٺهٺ لک اٺهتر هزار | اڻونجاهه لک چوهٽ هزار | نو لک ٽياسي هزار | ٽي لک ڇاهٺ هزار | چاليهه لک چوونجاهه هزار | چار ڪروڙ اٺاويهه لک اسي هزار |

* هن ۾ ٣٤،٦٧،٩٣٩ فاٽا (مرڪزي قبائلي علائقا) جنهن جي ٩٩،٤ سيڪڙو آبادي پشتو ڳالهائيندڙ شامل آهي.

---

(1) Census of Pakistan Vol 3, P-7-4/ Table 7 Mother Tongues

(2) " " P IV-46 Statment 7-B.

## ١٩٥١ع کان ١٩٦١ع تائين ٻولين ۾ واڌارو

مٿي ڏنل انگن اکرن مان اهو ڏسڻو آهي ته ٻولين وارن هر ٻوليءَ ۾ پنهنجو ڪيترو واڌارو آهي يعني ڪهڙي تناسب (ratio) سان هر ٻوليءَ جي ڳالهائيندڙن جي واڌ ٿي آهي. انهيءَ مان اها ڳالهه ذهن ۾ صاف ٿي ويندي ته هر ٻوليءَ جا پنهنجا واڌ جي لحاظ کان لاڙا ڪهڙا آهن جڏهن ته هر خطي اندر پنهنجو جدا تمدن ۽ تهذيب آهي. هر ڪنهن وٽ اٿڻ ويهڻ ۽ زندگي گذارڻ جا پنهنجا طور طريقا ٿين ٿا. هر ڪنهن وٽ پنهنجا پنهنجا قدر آهن. پنجاب جي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي پنهنجي آهي ته سنڌ ۽ بلوچستان جا ماڻهو پنهنجي نموني سان زندگي گذارين ٿا. اهڙيءَ طرح سرحد جا پٺاڻ به پين. کان مختلف طور طريقو رکن ٿا. هتي پاسي آبهوا جو به انسان جي زندگيءَ تي وڏو اثر پوي ٿو.

اهوئي سبب آهي جو ڪنهن به خطي جي آبهوا، ماڻهن جي رهڻي ڪهڻيءَ، هنن جي قدرن لاڙن ۽ زندگيءَ ۾ مليل سهولتن جو انساني پيدائش تي وڏو اثر پوي ٿو.

١٩٥١ع کان ١٩٦١ع دوران ٻولين وارن واڌ جو تناسب هيٺين ريت رهيو.

اردو ڳالهائيندڙن جي واڌ ٢٢٪ پنجابي ڳالهائيندڙن جي واڌ ٢٦٪ پشتو ڳالهائيندڙن جي واڌ ٣٥٪ سنڌي ڳالهائيندڙن جي واڌ ٢٤٪ بلوچي ڳالهائيندڙن جي واڌ ٠٤٪ بروهي ڳالهائيندڙن جي واڌ ٦٧٪ ۽ ٻيون ٻوليون ڳالهائيندڙن جي واڌ ١٤٥٪ رهي.(1) مٿينءَ واڌ جي تناسب کي ڏسبو ته پنجابي ڳالهائيندڙن جي واڌ سنڌيءَ، اردوءَ ۽ بلوچي ڳالهائيندڙن کان وڌيڪ آهي. بروهڪي ۽ بلوچي ۾ فرق شايد انهيءَ ڪري ٿو نظر اچي جو، ١٩٥١ع ۾ شايد هنن وڌيڪ توجهه نه ڏنو هجي ۽ سڀني رڳو بلوچيءَ تائين پاڻ کي محدود رکيو هجي. پر ١٩٦١ع ۾ بروهڪي ۽ بلوچيءَ ۾ ورڇ ڪئي هوندي.

1- For 1951 Census of Pakistan Vol West Pak P/7-3 Table-7 —— P/IV-586 Table-31

## ١٩٨١ع جي آدمشماري

١٩٨١ع جي آدمشماريءَ موجب پاڪستان اندر ٻولين وار آدمشماريءَ جو سيڪڙو هن ريت ڏنل آهي.(٢)

| ٻولي | اردو | پنجابي | پشتو | سنڌي | بلوچي | بروهي | هندڪو | سرائڪي | ٻيون ٻوليون | ڪل سيڪڙو |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| سيڪڙو | ٧،٦١٪ | ٤٨،١٪ | ١٣،١٤٪ | ١١،٧٧٪ | ٣،٠١٪ | ١،٢٪ | ٢،٤٣٪ | ٩،٨٪ | ٢،٨١٪ | ١٠٠٪ |

ٽيبل ٣

مٿين حساب سان سڄي پاڪستان ۾ مادري ٻولي ڳالهائيندڙن جو تعداد هيٺينءَ ريت بيهندو.

اردو ڳالهائيندڙن جو چوهٺ لک ٽي هزار (٦٤،٠٣،٢٢٨) پنجابي ڳالهائيندڙ چار ڪروڙ اٺانوي لک (٤،٨٩،٠٠،٤٤١) پنجابي ڳالهائيندڙن ۾ ٽياسي لک پندرهن هزار (٨٣،١٥،٧٧١) سرائڪي ڳالهائيندڙ شامل آهن. ان سان گڏ پوٺاري ٻولي ڳالهائيندڙن جو تعداد پڻ انهيءَ ۾ شامل آهي، جيڪا راولپنڊي ۽ ان ڪان مٿين علائقي ۾ ڪثرت سان ڳالهائي ويندي آهي. پوٺاري ٻولي ڳالهائيندڙن جو تعداد، ١٩٨١ع جي آدمشماريءَ ۾ ڏنل ڪونه آهي. پشتو ڳالهائيندڙ هڪ ڪروڙ ڏهه لک ستر هزار (١،١٠،٧٠،٨٤٤) هندڪو ڳالهائيندڙ ويهه لک سنتاليهه هزار (٢٠،٤٧،٣٤٨) سنڌي ڳالهائيندڙ نوانوي لک سورنهن هزار (٩٩،١٦،٥٧٨)، بلوچي ڳالهائيندڙ پنجويهه لک ڇٽيهه هزار (٢٥،٣٦،٠١٥) بروهوي ڳالهائيندڙ ڏهه لک يارنهن هزار (١٠،١١،٠٣٦) ۽ ٻيون ٻوليون ڳالهائيندڙ ٽيويهه لک ستهٺ هزار (٢٣،٦٧،٥٠٩)

صوبن اندر ٻولين جيءَ ورڇ موجب پاڪستان اندر هر ٻوليءَ جو مجموعي تعداد هيٺينءَ ريت ٿو بيهي.

اردو ڳالهائيندڙ پنجهٺ لک سترنهن هزار (٦٥،١٧،٠٩٠) پنجابي ڳالهائيندڙ چار ڪروڙ ٻاهتر لک چوويهه هزار (٤،٧٢،٢٤،٣٧٧) جنهن ۾ اسي لک ٽيونجاهه هزار (٨٠،٥٣،٩٤٧) سرائڪي

---

2- Main Findings of 1981, Table 4cc

ڳالهائيندڙ ۽ پوٺاري ڳالهائيندڙ الڳ آهن، جنهن جو تعداد ناهي ڄاڻايل. پشتو ڳالهائيندڙ هڪ ڪروڙ سترنهن لک اناسي هزار (١،١٧،٨٨،٧٢٨) هندڪو ڳالهائيندڙ اکويهه لک (٢١،٠٠،٨٩٢) سنڌي ڳالهائيندڙ هڪ ڪروڙ چار لک (١،٠٣،٧٥،٣٩٦) بلوچي ڳالهائيندڙ ستاويهه لک (٢٧،٠٥،٩٠٨) بروهڪي ڳالهائيندڙ يارنهن لک نو هزار (١١،٠٩،١٤٣) ۽ ٻيون ٻوليون ڳالهائيندڙ چوويهه لک ايڪتيهه هزار (٢٤،٣١،٤٦٣).

تيبل ۴ تفصيل لاءِ ڏسو آخري صفحو.

پاڪستان اندر ٻولين جي ڏنل سيڪڙي ۽ صوبن اندر ڄاڻايل ورڇ کي پيش ڏسبو ته جدا جدا ٻولين ڳالهائيندڙن جي تعداد ۾ فرق ايندو. اهو فرق ڇو ٿو اچي، ان جي سبب ڄاڻڻ کان پهريون، ڏسون ته فرق اچي ڪيترو ٿو ۽ ڪهڙين ٻولين ڳالهائيندڙن جي تعداد ۾ فرق ٿو اچي. انهيءَ لاءِ تيبل ٣ ۽ تيبل ۴ جي نتيجن کي هيٺينءَ ترتيب ۾ ٿا رکون.

| ٻوليون | اردو | پنجابي | پشتو | سنڌي | بلوچي | بروهي | هندڪو | سرائڪي | ٻيون ٻوليون | ڪل تعداد |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ٽيبل ۴ جا عدد | ٦٥،١٧،٠٠٠ | ٣،٩١،٧١،٤٣٠ | ١،١٧،٨٨،٧٢٨ | ١،٠٣،٧٥،٣٩٦ | ٢٧،٥،٩٠٨ | ١١،٠٩،١٤٣ | ٢١،٠٠،٨٩٢ | ٨٠،٥٢،٩٢٧ | ٢٤،٣١،٤٦٣ | ٨،٤٢،٥٢،٩٩٩ |
| ٽيبل ٣ جا عدد | ٦٤،٠٣،٢٢٨ | ٤،٠٥،٨٢،٦٧٠ | ١،١٠،٧٠،٨٤٤ | ٩٩،١٦،٥٧٨ | ٢٥،٣٦،٠١٥ | ١٠،١١،٠٣٦ | ٢٠،٤٧،٣٤٨ | ٨٣،١٥،٧٧١ | ٢٣،٦٧،٥٠٩ | ٨،٤٢،٥٢،٩٩٩ |
| تفاوت | (+) ١،١٣،٨٦٢ | (−) ١٤،١٣،٢٤٠ | (+) ٧،١٧،٨٨٤ | (+) ٤،٥٥،٨١٨ | (+) ١،٦٩،٨٩٢ | (+) ٩٨،١٠٧ | (+) ٥٣،٥٤٤ | (−) ٢،٦٢،٨٢٤ | (+) ٦٣،٩٥٤ | − |

تيبل ۵

مٿينءَ تيبل تي نظر وجهو ته ڪهڙي ٻوليءَ ۾ (+) آهي ۽ ڪهڙيءَ ۾ (−) ٿو اچي (+) جو مطلب وڌيڪ ۽ (−) جو مطلب گهٽ آهي. ڏسنداسين ته اردو، پشتو، سنڌي بلوچي، بروهڪي هندڪو ۽ ٻين ٻولين جي ڪالمن ۾ (+) ٿو اچي. رڳو پنجاب صوبي جي اڪثريتي ٻولين پنجابي ۽ سرائڪي ۾ (−) ٿو بيهي.

ان مان صاف ظاهر ٿو ٿئي ته پنجابي، جنهن ۾ سرائڪي پڻ شامل آهي، گهٽ ظاهر ڪئي وئي آهي ۽ اها پنجابي ٻولي پنجاب کان سواءِ ٻين صوبن ۾ گهٽ ڄاڻائي اتان جي صوبن جون ٻوليون وڌيڪ تعداد ۾ ڏيکاري حساب برابر ڪيو ويو آهي:

اچو ته هاڻي گهٽ ۽ وڌيڪ جو حساب لڳايون.

١- اردو ڳالهائيندڙن جو تعداد صوبن جي ورڇ موجب هڪ لک تيرنهن هزار (١،١٣،٨٦٢) وڌيڪ ڏيکاريل آهي.

٢- پشتو ڳالهائيندڙن جوتعداد ست لک سترهن هزار (٧،١٧،٨٨٤) وڌيڪ ٿو بيهي.

٣- هندڪو ڳالهائيندڙن جو تعداد ٽيونجاهه هزار (٥٣،٥٤٤) وڌيڪ ٿو بيهي.

٤- سنڌي ڳالهائيندڙن جو تعداد چار لک اٺونجاهه هزار (٤،٥٨،٨١٨) مٿي ڏيکاريل آهي.

٥- بلوچي ڳالهائيندڙن جو تعداد هڪ لک اٺهتر هزار (١،٠٦٩،٨٩٣) مٿي ڏيکاريل آهي.

٦- بروهوي ڳالهائيندڙن جو تعداد انيانوي هزار (٩٨،١٠٧) مٿي ٿو بيهي.

٧- ٻيون ٻوليون ——— چوهٺ هزار (٦٣،٩٥٤) ـ ———

اهڙيءَ طرح سڀني ٻولين جو وڌيڪ ڏيکاريل مجموعي تعداد سورنهن لک چاهتر هزار (١٦،٧٦،٠٦٢) مٿي ٿو بيهي.

هاڻي ڏسو ته گهٽ تعداد ڏيکاريل ٻولين جو جوڙ ڇا ٿو بيهي.

١- صوبن اندر ٻولين جي ورڇ موجب پنجابي ڳالهائيندڙن جو چوڏهن لک تيرنهن هزار تعداد (١٤،١٣،٢٤٠(-) گهٽ ٿو بيهي.

٢- صوبن اندر ٻولين جي ورڇ ميوجب سرائڪي ڳالهائيندڙن جو ٻه لک ٻاهٺ هزار تعداد (٢،٦٢،٨٢٤(-) گهٽ ٿو بيهي.

ٻنهي گهٽ بيهندڙ ٻولين جو مجموعي تعداد سورنهن لک چاهتر هزار (١٦،٧٦،٠٦٢(-) ٿو بيهي.

پنجاب کان ٻاهر، ٻين ٽنهين صوبن اندر، پنجابي ٻولي ڳالهائيندڙن جو تعداد اصل تعداد کان گهٽ ڏيکاريو ويو آهي.

## محض اتفاق يا اڳواٽ سوچيل منصوبو.

ٿورو سوچي ڏسبو ته واقعي اهو اتفاق آهي يا ٻيو ڪجهه. ڪڏهن ڪڏهن اهڙا اتفاق به ٿي پوندا آهن جن کي معجزو

ڪري ليکبو آهي. پر اهي اتفاق روزمره جي زندگيءَ ۾ واقع ٿيندا آهن. اتفاقن ۽ معجزن جو انگن اکرن سان ڪهڙو واسطو ڪڏهن ڪي انگ لڪي (Lucky) طور پاڻ ۾ ملي ويندا آهن پر جوڙ ۽ ڪٽ جا حساب ڪڏهن به اتفاقي ڪونہ ملندا آهن.

هڪ پاسي پنجابي ۽ سرائڪي ٻولين ڪانسواءِ باقي ٻولين جو وڌيل انگ ساڳيو ئو ٿيهي انهيءَ پنجابي ۽ سرائڪي ٻولين جي گهٽيل انگ جي. يعني سورنهن لک چاهتر هزار. اها ڳالهہ ذهن ۾ رکڻ گهرجي تہ وڌيل ٻولين جو تعداد پنجاب ڪانسواءِ ٻين ٽن صوبن اندر آهي.

ان مان ظاهر ٿئي ٿو تہ پنجاب کان ٻاهر، ٻين ٽنهي صوبن اندر پنجابي ٻولي ڳالهائيندڙن جو تعداد اصل تعداد کان گهٽ ڏيکاريو ويو آهي ۽ انگن اکرن کي پوري ڪرڻ لاءِ ان جي جاءِ تي متعلق صوبي اندر، اتان جي مکيہ يعني اڪثريتي ٻولي ڳالهائيندڙن جي انگ کي مٿي ڪري چاڙهيو ويو آهي.

ائين ڇو ڪيو ويو آهي؟ ان ڳالهہ تي ويچار ڪرڻ کان پهريون، ١٩٨١ع جي آدمشماريءَ ۾ ٻولين جي سراسري واڌ جي تناسب تي نظر وجهون ٿا، جنهن مان پڻ اِن ڳالهہ جي ثابتي ملندي تہ پاڪستان جي آدمشماريءَ جا انگ، هترادو جوڙجڪ (adjustment)جو نتيجو آهن.

## (الف) ٻولين جي واڌ جو تناسب:

## [١٩٥١ع کان ١٩٦١ع ۽ ١٩٦١ع کان ١٩٨١ع]

| ٻوليون | اردو | پنجابي | پشتو | سنڌي | بلوچي | بروهي | هندڪو | سرائڪي | ٻيون ٻوليون |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| واڌجو تناسب ١٩٥١ع کان ١٩٦١ع | ١٫٢١٤ | ١٫٢٧ | ١٫٣٥ | ٢٫٠٠ | ١٫٠٤ | ١٫٦٧ | - | - | ٥٫٤٥ |
| واڌجو تناسب ١٩٦١ع کان ١٩٨١ع | ٢٫١٤ | ١٫٨٧ | ١٫٦٣ | | ٢٫٥٨ | ٢٫٥٨ | - | - | ٢٨٫٤٨ |

ٽيبل ٦

پڙهندڙ هاڻي اندازو لڳائي سگهي ٿو تہ ١٩٥١ع کان ١٩٦١ع دوران پنجابي ڳالهائيندڙن جي سراسري واڌ جو تناسب اردو، سنڌي

۽ بلوچي ڳالهائيندڙن کان مٿي بيٺو آهي يعني ۱۹۲۷-پر ۱۹۶۱ع کان ۱۹۸۱ع دوران سراسري واڌ جو تناسب سنڌي اردو بلوچي کان گهٽ بيٺو آهي. هڪدم شرح - واڌ ۾ ڇٽيءَ گهٽتائي آئي؟ ان مان ٻه ڳالهيون ٿيون ظاهر ٿين. (۱) واڌ جو تناسب ان لاءِ گهٽ ٿيون جو پنجابي ڳالهائيندڙ ٻين صوبن ڏانهن لڏي ويا (۲) ٻهرين سبب ڪري، پنجابي لڏ پلاڻ ڪي لڪائڻ لاءِ ٻين صوبن ۾ سنڌن تعداد گهٽ ظاهر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي.

## (ب) ۱۹۵۱ع کان ۱۹۸۱ع جي قدرتي واڌ:

مٿينءَ ڳالهه جي پنپرائيءَ لاءِ اهو ٻه ڏسو. ته ۱۹۵۱ع کان ۱۹۸۱ع دوران ٻولين جي قدرتي واڌ هيٺينءَ ريت ٿي آهي.

| ٻوليون | اردو | پنجابي | پشتو | سنڌي | بلوچي | بروهي | ٻيون ٻوليون |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۱۹۵۱ع کان ۱۹۸۱ع دوران قدرتي واڌ | ۲،۰۶ | ۲،۰۴ | ۲،۰۶ | ۲،۰۶ | ۲،۰۶ | ۱۴،۰۶ | ۱۴،۰۶ |

ٽيبل ۷

مٿين قدرتي واڌ جي تناسب تي نظر وجهبي ته ڇا اهو ٻه محض اتفاق ٿي آهي جو سواءِ پنجابي ڳالهائيندڙن جي سنڌي، پشتو، اردو ۽ بلوچي ٻولين جي واڌ هڪ جيتري ۲۰۶ آهي. ۽ پنجابي ڳالهائيندڙن جي واڌ سڀ کان گهٽ ڏيکاريل آهي.

ان سان گڏ هڪ وضاحت اها ٻه ڪري ڇڏجي ته جيڪڏهن ڪٿي بروهي، بلوچي ۽ پشتو ۾ وڏيڪ فرق اچي، ته ته فقط انهي جو اڳ ۾ پشتو ۾ FATA (قبائلي علائقا) واري آبادي، بنا ڪنهن جي رکو اندازي موجب سرحد جي آباديءَ ۾ شامل ڪئي ويندي هئي. اتي پهريون ڀيرو ۱۹۸۱ع ۾ آدمشماري ڪرائي وئي آهي.

بهرحال هر لحاظ کان ۱۹۵۱ع جي آدمشماريءَ کان وٺي پوءِ وارين آدمشمارين ۾ سڀ کان گهٽ واڌ جو تناسب پنجابي ٻولي ڳالهائيندڙن جو ڏيکاريو ويو آهي. ڊيمو گرافيءَ جي اصولن موجب اهو ناممڪن آهي جو قدرتي ماحول ۾ ڪو فرق نه هجڻ جي باوجود وڏيءَ قوم جي واڌ جو تناسب ننڍين قومن جي ڀيٽ

گهٽ بيهي.

اهي دليل اسان جي انهيءَ شڪ کي تقويت پهچائين ٿا ته پنجابي ڳالهائيندڙن کي يا ته چاڻي واڻي گهٽ ڏيکاريو ويو آهي يا وري چاڻيءَ واڻي هنن جا انگ اکر ٻين ٻولين ڳالهائيندڙن ۾ ملايا ويا آهن. اڻين به ٿي سگهي ٿو ته شروع کان ئي ر گ- انگن اکرن کي خاص طريقي سان ترتيب ڏنو ويو هجي.

## هتراڌو قيز گهيڙ پٺيان لڪل عزائم:

ٿورو ويچار ڪبو ته واقعي عجيب لڳندو ته آخر ائين ڇو ڪيو ويو آهي جو پنجابي ڳالهائيندڙن کي ٻين صوبن اندر، اصل تعداد کان گهٽ ڏيکاريو ويو آهي. انهيءَ جا ضرور ڪي سياسي ۽ اقتصادي لڪل عزائم ٿي سگهن ٿا. جيئن ته سنڌ صوبو لڏ پلاڻ سبب سڀ کان وڌيڪ متاثر ٿيو آهي، تنهنڪري اسان سنڌ جو مثال وٺنداسون. اسان جي خيال ۾ اهي مقصد هي ٿي سگهن ٿا.

١- سنڌ اندر لڏي آيل پنجاب جي ماڻهن جو صحيح تعداد ظاهر ڪرڻ سان ممڪن آهي، مقامي ماڻهن ۾ اهو احساس ابري ته پنجاب کان ايڏو وڏو تعداد ڪهڙي سبب اچي رهيو آهي.

٢- آخر ٻاهرين ماڻهن جو سنڌ ۾ اچڻ جو ڪهڙو مقصد ٿي سگهي ٿو.

٣- سنڌ اندر ايڏي وڏي تعداد جي ڪري سنڌ جي ماڻهن ۾ متان اهو خيال ابري ته حڪومت چاڻي واڻي سنڌ اندر، پنجاب جي ماڻهن کي آباد ڪرڻ چاهي ٿي ته جيئن سنڌ ۾ آباد، سنڌين جو تناسب (Ratio) گهٽ ٿيندو رهي.

٤- ان ڳالهه کي ممڪن حد تائين مخفي رکيو وڃي ته پنجاب کان آيل ماڻهن کي سنڌ اندر ڪارخانن ۾ نوڪريون ڏياري سنڌ جو ناڻو پنجاب منتقل ڪيو پيو وڃي.

٥- پنجاب جي ماڻهن جي اصلي تعداد مان صحيح اندازو نه لڳي سگهي ته سنڌ مان پنجاب جا ماڻهو ڪيترو پئسو ڪمائي پنهنجي صوبي ڏانهن اماڻيندا رهن ٿا.

٦- سنڌ اندر پنجاب جي ماڻهن کي ايتري تعداد ۾ آباد ڪيو

وڃي، جو ايندڙ سالن ۾ پنجاب جو ٿي ماڻهو سنڌ جي سيٽ تي چونڊ لڙي سنڌ اسيمبلي ۽ قومي اسيمبلي ۾ پهچي ته جيئن سنڌ جي اصل نمائندگي گهٽبي رهي.

۷۔ گهٽ تعداد ظاهر ڪرڻ مان وڏو سبب اهو به ٿي سگهي ٿو ته جيئن سنڌ جا ماڻهون بي خبر رهن ۽ پنجاب ڪنان لڏي ايندڙن خلاف ڪو احتجاج نه ڪن، ايستائين جو تعداد ايڏو وڏو ٿي وڃي جو پوءِ سنڌ وارن جو احتجاج به بي اثر ثابت ٿئي.

## پاڪستان اندر ٻولين جي سيڪڙي موجب آدمشماريءَ جي ترتيب:

پاڪستان اندر ٻولين جي سيڪڙي موجب، صوبن اندر ورهڃ ۽ صوبن اندر پنهنجي سيڪڙي موجب ورهاست ۾ فرق ٿو اچي ۽ اهو فرق پنجابي ڳالهائيندڙن، جنهن ۾ سرائڪي شامل آهي، تنهن ۾ اچي ٿو. مٿي اهو به بيان ڪيو ويو ته پنجابي ۽ سرائڪي ڳالهائيندڙن جو گهٽ ڏيکاريل عدد جيڪو سورنهن لک ڇاهتر هزار ٻيئو هو، سو ٻين ٻولين جي عدد جي بلڪل برابر آهي.

انهيءَ حساب سان پنجابي ٻوليءَ جي گهٽيل عدد کي پوري ڪرڻ لاءِ هر صوبي اندر ان جي مکيه ٻوليءَ مان اوترو عدد گهٽائي، پنجابي ٻوليءَ ۾ ملايو ويو آهي، ان حساب سان پاڪستان اندر مجموعي طور ٻولين جي ڄاڻايل انگن اکرن ۾ ڪو ڦيرو نه اچڻ ڏنو ويو آهي. انهيءَ لحاظ کان پاڪستان اندر ۱۹۸۱ع جي ڳڻپ (Census) موجب پنجابي ٻولي ڳالهائيندڙ جا چئني صوبن اندر هيٺيان انگ اکر بيهندا.

ڪل پاڪستان ۾ پنجابي چار ڪروڙ انيانوي هزار، [جنهن ۾ سرائڪي ٽياسي لک پندرنهن هزار ۽ پوڻاري نامعلوم] بلوچستان ۾ ٽي لک پنجيهه هزار، جنهن ۾ سرائڪي هڪ لک ٽيٽيهه هزار، سرحد ۾ تيرنهن لک پنجيهه هزار، جنهن ۾ سرائڪي چار لک نوي هزار، سنڌ ۾ پنجابي ڳالهائيندڙن جو تعداد پنجويهه لک ويهه هزار ۽ پنجاب ۾ چار ڪروڙ ستونجاهه لک چائيتاليهه هزار، جنهن ۾

سرڪاري انگن اکرن مطابق
سنڌ ۾ پنجويهه لکن کان مٿي پنجابي ٻوليءَ وارا رهن ٿا.

---

سرائڪي ٻاهتر لک آهن.

| صوبو | پنجاب | سنڌ | سرحد | بلوچستان | ٽوٽل |
|---|---|---|---|---|---|
| پنجابي ٻولي ڳالهائيندڙن جو تعداد (سرائڪي) – | ۴،۵۷،۴۶،۰۶۳ (۷۱،۹۲،۱۷۴) | ۲۵،۱۹،۹۹۳ (۴،۹۹،۷۱۸) | ۱۳،۳۲،۲۰۹ (۴،۹۰،۴۵۳) | ۳،۵۳،۱،۳۸ (۱،۳۳،۴۲۶) | ۴،۸۹،[illegible] (۸۳،۱۵،[illegible]) |

ٽيبل ۸

ڏنگين ۾ ڏنل انگ سرائڪي ڳالهائيندڙن جو تعداد ٿو ٻڌائي، جيڪو مٿين انگ ۾ شامل آهي.

پنجابي ڳالهائيندڙن جو مٿيون ڏيڪاريل تعداد، ۱۹۸۱ع جي آدمشماريءَ ۾ ڏيڪاريل آهي. اسان رڳو صوبن اندر ترتيب صحيح ڪئي آهي. جيئن ته اڳ وات عرض ڪري چڪا آهيون ته ۱۹۸۱ع، جي آدمشماريءَ جا انگ ڪنهن به صورت ۾ معتبر ڪونه آهن پر پوءِ مجبوريءَ ڪان، عارضي طور انهن کي معتبر چائي اگهتي هلي سنڌ جي آدمشماريءَ جو جائزو وٺنداسين، چاڪاڻ جو، ان کانسواءِ اسان وٽ ٻيو ڪو ذريعو آهي ئي ڪونه.

## ۱۹۸۱ع جي آدمشماريءَ موجب سنڌ جي آبادي:

۱۹۸۱ع جي آدمشماريءَ موجب، سنڌ جي ڪل آبادي هڪ ڪروڙ نوي لک اٺيهه هزار (۱،۹۰،۲۸۹۹۹) ڇاٽايل آهي، جنهن ۾ مختلف ٻوليون ڳالهائيندڙن جو تعداد هيٺينءَ ريت ڏنل آهي.

اردو مادري زبان وارا ڀائيتاليهه لک، پنجابي ٻوليءَ وارا پنجويهه لک چنيهه هزار، پشتو ٻوليءَ وارا ساڍا ڇهه لک، سنڌي ٻوليءَ وارا هڪ ڪروڙ اٺ لک (هن ۾ ساڍا اٺ لک بلوچي، ٻه لک بروهي ۽ ٻه لک ڀيل باگڙي شامل آهن) ۽ ٻيون ٻوليون ڳالهائيندڙ اٺ لک.

| صوبو سنڌ | اردو | پنجابي | پشتو | سنڌي | بلوچي | بروهي | ٻيون ٻوليون | ٽوٽل |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| آدمشماري ۱۹۸۱ع | ۴۱۹۴۳۰۴ | ۲۵۳۵۷۲۷ | ۹۵۰۷۹۱ | ۹۵۱۲۳۷۹ | ۸۵۸۲۰۸ | ۲۰۷۴۱۶ | ۱۰۷۰۱۷۴ | ۱۹۰۲۸۹۹۹ |
| آدمشماري ۱۹۵۱ع | ۱۰۴۵۳۰۳ | ۲۵۱۹۹۳ | ۵۱۷۵۴ | ۳۷۹۴۷۶۳ | ۵۴۵۸۸۰ | ۲۲۸۱۱ | ۳۳۱۶۲۲ | ۶۰۴۴۱۲۶ |

ٽيبل -۹

پڙهندڙ ۱۹۸۱ع جي آدمشماريءَ سان گڏ ۱۹۵۱ع جي انگن تي به نظر وجهندو هلي ته کيس پاڻ ئي خبر پوندي ته سنڌي ٻوليءَ وارن ۾ واڌ اڍائي ڀيرا ۽ بلوچيءَ ٻوليءَ ۾ ڏيڍوڻ واڌ آئي آهي. پر اردو ٻوليءَ وارن ۾ چئوڻ تي واڌ ٿي آهي، ۽ پنجابي ٻوليءَ وارن ۾ ڏهوڻ کان مٿي يعني اڍائي لکن مان پنجويهه لک ۽ پشتو وارن ۾ ٻارهوڻ کان مٿي، يعني اڌ لک مان ساڍا ڇهه لک، واڌ آئي آهي. هاڻي انهيءَ غير فطري واڌ جو جائزو، هر ٻوليءَ جي لحاظ کان، وٺڻ لاءِ، سنڌ جي فطري واڌ تي ڀرپور بحث ڪنداسين ته جيئن ناجائز طور آباد ٿيل ٻاهرين صوبن مان آيلن جي تعداد جو عدد معلوم ٿي سگهي.

## [A] سنڌ ۾ ناجائز طور آباد ٿيل اردو ٻولي ڳالهائيندڙن جو تعداد:

(الف) ۱۹۵۱ع جي آدمشماريءَ موجب سڄي پاڪستان اندر اردو مادري ٻوليءَ وارن جو ڪل تعداد چوويهه لک ست هزار هو. جنهن جي صوبن ۾ سنڌن ورڇ هيٺين نموني ۾ هئي.

سنڌ ۾ ساڍا ڏهه لک، پنجاب ۾ ڏهه لک ستر هزار، سرحد ۾ پنجاهه هزار، بلوچستان ۾ ويهه هزار ۽ اوڀر پاڪستان (بنگلاديش) ۾ به لک ستر هزار. اردو ٻوليءَ جي انهيءَ تعداد ۾ اهي ماڻهو به شامل آهن، جيڪي ورهاڱي کان اڳ ۾ پاڪستان ۾ آباد هئا، جن جي مادري ٻولي اردو هئي.

ورهاڱي وقت، جن مهاجرن جي مادري زبان اردو هئي، انهن جو ڪل تعداد، جيڪي موجوده پاڪستان جي حدن ۾ لڏي آيا

هئا، سوا ست لک (٧٢٥٤١ سئو) هو. باقي سڀ مهاجر پنجابي ٻوليءَ وارا هئا، جيڪي پنجاب جي ورهاڱي سبب اوڀر پنجاب ڇڏي اولهه پنجاب لڏي آيا.

ورهاڱي وقت، اردو مادري زبان وارا مهاجر چئني صوبن ۾ هن ريت آباد ٿيا هئا.

سنڌ ۾ پنج لک ست هزار (٥٦٠٤٦ سو) پنجاب ۾ هڪ لک ٽيتيهه هزار (١٣٣٤٧سو). سرحد ۾ ويهه هزار (١٩٤٧سو) ۽ بلوچستان ۾ يارنهن هزار (١١٤١سو)

| | سنڌ | پنجاب | سرحد | بلوچستان | بنگال |
|---|---|---|---|---|---|
| ١٩٥١ع ۾ اردو مادري ٻولي وارن جو تعداد | ساڍا ڏهه لک | ڏهه لک پنجيتاليهه هزار | پنجاهه هزار | ويهه هزار | ٻه لک ستر هزار |
| ورهاڱي ۾ آيل اردو مادري ٻولي وارن مهاجرن جو تعداد | پنج لک ست هزار | هڪ لک ٽيتيهه هزار | اوڻيهه هزار ست سوءَ | يارنهن هزار هڪ سوءَ | - |
| ورهاڱي کان اڳ ۾ رهيل اردو مادري ٻولي وارن جو تعداد | چار لک ٽري هزار | نو لک يارنهن هزار | ٽيهه هزار ٽي سوءَ | اٺ هزار نوَ سوءَ | - |

ٽيبل ١٠

## (ب) ٩٨١ جي آدمشماريءَ موجب اردو ٻوليءَ وارن جو تعداد هن ريت آهي:

ڪل پاڪستان ۾ چوهٺ لک (٦٤٠٣٢٢٨) جنهن مان بلوچستان ۾ پنج لک ٽيانوي هزار (٥٩٣٣٤٧) سرحد ۾ ٻيانوي هزار (٩٢٠٢٦) پنجاب ۾ ويهه لک ستونجاهه هزار (٢٠٥٧٥٥٠) باقي سڀ سنڌ ۾ جن جو تعداد تقريبا ٻائيتاليهه لک (٤٢٤٣٣٠٤) ڏيکاريل آهي.

## ١٩٨١ع ۾ سنڌ اندر اردو ٻوليءَ وارن جو تعداد ڪيترو هيٺ گهربو هو:

مٿي بيان ڪيل الف ۽ ب مان بخوبي اندازو ٿيندو ته اردو

پنجابي ٻوليءَ وارن کان علاوه پنجاب ۾ رهندڙ ساڍا ست لک اردو ٻوليءَ وارا سنڌ ۾ لڏي آيا

---

ٻوليءَ واري آباديءَ ۾ معمول کان وڌيڪ واڌارو ٿيو آهي يعني ڏهه ڀيرا اضافو ٿيو آهي، جو فطري واڌ تي ممڪن ئي ڪونه هو. هائي ڏسڻو آهي ته اهي ١٩٥١ع وارا ساڍا ڏهه لک وڌ ۾ وڌ ڪيترا ٿي وڌي سگهيا.

اردو ٻولي ڳالهائيندڙن جي پاڪستان اندر ١٩٥١ع کان ١٩٨١ع تائين سراسري واڌ جي نسبت ٢٦٦ تي بيهي. انهيءَ سراسري واڌ جي نسبت سان ١٩٨١ع ۾ سندن ڪل تعداد ستاويهه لک ٽيويهه هزار (٢٧،٢٣،٦٨٩) ٿيڻ گهربو هو. پر ١٩٨١ع جي آدمشماريءَ موجب سنڌ ۾ سندن ڪل تعداد تقريبا ٻائيتاليهه لک (٤١،٩٤،٣٠٤) ڊيڪاريل آهي. انهيءَ جو مطلب ٿيو ته انهيءَ عرصي دوران چوڏهن لک ستر هزار (١٤،٧٠،٦١٥) اردو مادري زبان وارا ٻين صوبن مان لڏي اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا.

[a]. ١٩٨١ع تائين ناجائز طور، سنڌ ۾ آباد ٿيل اردو ڳالهائيندڙن جو تعداد چوڏهن لک ستر هزار بيهي ٿو.

## اهي ناجائز طور لڏي آيل چوڏهن لک ستر هزار اردو ٻوليءَ وارا سنڌ ۾ آيا ڪٿان؟

١٩٥١ع کان پوءِ ڀارت کان مهاجرن جي آمد بند ٿي چڪي هئي. پوءِ سوال ٿو پيدا ٿئي ته ايڏي وڏي تعداد ۾ اهي سنڌ ۾ آيا ڪٿان؟ ان جي جواب لاءِ اسان پاڪستان جي ٻين صوبن اندر ورهاڱي وقت ۽ ١٩٥١ع جي آدمشماري موجب آباد ٿيل اردو مهاجرن تي هڪ نظر وجهنداسين.

(الف) ١٩٥١ع جي آدمشماريءَ موجب پنجاب اندر ڪل اردو ٻوليءَ وارا ڏهه لک چوهتر هزار (١٠،٧٤،٢٧٦) جي تعداد ۾ هئا جيئن مٿي بيان ڪري آيا آهيون ته پنجاب اندر

سواءِ صوبي سنڌ جي، ڪنهن ٻئي صوبي اردو مهاجر ڪي پاڻوٽ آباد ٿيڻ ڪونه ڏنو، هنن سيني کي سنڌ روانو ڪري ڇڏيو!!

ورهاڱي کان اڳ نو لک ٻارنهن هزار هئا ۽ هڪ لک ٽيٽيهه هزار ورهاڱي سبب آيا اردو ٻوليءَ وارن جي سراسري واڌ ٢٤٦ جي حساب سان ڀارت مان لڏي آيل اردو مهاجرن جو پنجاب اندر ١٩٨١ع ۾ ڪل تعداد ڏهه لک اٺيتاليهه هزار ٿيڻ گهربو هو ۽ ورهاڱي کان اڳ آباد ٿيل اردو ٻوليءَ وارن جو ١٩٨١ع ۾ تعداد پوڻا چوويهه لک (٢٣,٧٥,٣٠٦) هجي ها. اهڙيءَ طرح پنجاب ۾ اردو ٻوليءَ وارن جو ١٩٨١ع ۾ ڪل تعداد اٽڪل اٺاويهه لک (٢٧,٩٩,١٨٢) هجڻ کپندو هو.

پر ١٩٨١ع جي آدمشماري موجب پنجاب اندر اردو ٻوليءَ وارن جو تعداد ويهه لک ستونجاهه هزار (٢٠,٥٧,٥٥٠) ڏنل آهي انهيءَ مان معلوم ٿيو ته پنجاب مان اردو ٻوليءَ وارا ست لک ايڪيتاليهه هزار (٧٤١٦٣٢) سنڌ ۾ لڏي آيا.

(ب) سرحد ۾ ١٩٥١ع جي آدمشماريءَ موجب اتي ڏيڍ لک اردو مهاجر، ٢٤٦ جي سراسري واڌ سان ١٩٨١ع ۾ هڪ لک ٽيهه هزار (١,٣٠,٤٤٩) هجي ها. پر اتان اٺيتيهه هزار اردو ٻوليءَ وارا لڏي هليا ويا ۽ ١٩٨١ع ۾ اتي رڳو اهي اردو ٻوليءَ وارا رهيا، جيڪي سرحد ۾ ورهاڱي کان اڳ جا آباد هئا.

(ث) باقي ٻيا ست لک (٦٩٩٠٤٢) ۽ ڪجهه هزار (٨٤٨٣) ترتيبوار بنگال (بهاري) ۽ بلوچستان مان لڏي سنڌ ۾ آيا.

**عجيب ڳالهه:**

مٿين انگن اکرن مان صاف واضح آهي ته ورهاڱي وقت اردو ڳالهائيندڙ مهاجرن جو جيڪو تعداد، سواءِ سنڌ جي ٻين صوبن ۾ وڃي آباد ٿيو هو، سو اتي ڪونه رهي سگهيو. عجيب

ڳالهہ تہ اها آهي جو پنجاب ۾ آباد ٿيل اردو مهاجر تہ رڳو سنڌ لڏي آيا پـــر ان سان گــڏ ورهاڱي کان اڳـــ جا پنجاب ۾ آبـاد ٿيل اردو ڳالهائيندڙ بـــ پنجاب ڇڏي سنڌ ۾ آيا چو تہ مٿي ڏيکاريو ويو تہ پنجـاب ۾ اهـڙن اردو ڳالهائيندڙن جو تعداد جيڪي ورهاڱي کانپوءِ لڏي آيـــا، ۱۹۸۱ع ۾ تـقريبا ساڍا ٽـــي لک ٿين ڪپندو هـــو. ان جي بـجاءِ صرف ست لک اردو ڳالهائيندڙن سنڌ جـــو رخ ڪيو. ان جو مـطلب اهو ٿيو تـــ ساڍا ٽي لک اهي ۽ پاڻ ساڍا ٽي لکـ پيا اردو ڳالهائيندڙ مهاجر جيڪي يقيناً پنجاب ۾ ورهاڱي کان اڳ آباد هئا، انهن جو تعداد اردو مهاجرن کان بہ مٿـي آهي. يعني تقريبا چار لک (۳۹۳۲۵۷). ان جـو مطلب ٿيو تہ ست لـک ايڪــيتاليهہ هزار پنجاب لڏي ايندڙ اردو ٻوليءَ وارن ۾ چار لکـ ورهاڱــي کان اڳ جا پنجاب ۾ آباد ٿيل ۽ ساڍا ٽي لک اهـي آهن جيــڪي پارٽ مان ورهاڱي سبب لڏي اچي پنجاب ۾ آبـاد ٿيا ها.

انهيءَ مان بخوبي اندازو ٿو ٿئي تہ پنجاب پنهنجي عدم ـ تعاون ۽ ڪٽر پڻي موجب، سواءِ پنهنجي زبان پنجابي ٻولــيءَ وان جي ٻئي ڪنهن مهاجر کي قبول نہ ڪري سگهيو، نہ رڳو انهن اردو مهاجرن کي سنڌ اماڻي ڇڏيو، پر انهن کان مٿي، ورهاڱي کان اڳ ۾ رهندڙ اردو ٻوليءَ وارن کي پڻ روانو ڪري ڇڏيو.

## پنجاب ۽ مهاجر:

ورهاڱي سبب پنجاب ۾ آيل مهاجر ٻاونجاهہ لک ايڪياسي هزار (۵۲۸۱٫۲ سوَ) ڏيکاريا ويا آهن، جن مان ايڪونجاهہ لـک چائيتاليهہ هزار (۵۱۴۶۱٫۷ هندستان جي اتر اولاهين (North west) علائقن مان لڏي آيا ۽ انهن جي ٻولي پنجابي هئي. باقي هڪ لک ٽيتيهہ هزار اهي هئا، جن جي مادري زبان پنجابي نہ هـئي. انهن ٻاونجاهہ لک ايڪياسي هزار آيلن جي مقابلي ۾ پنجاب مان تقريبا پنجاهہ لک سک هليا ويا(1) ۱۹۴۱ع جـي آدمشماريءَ موجب پنجاب ۾ اٺتيهہ لک (۳۰۸) ملـين، ۽ بهاولپور رياست ۾ (۲۳۹.)

---

(1) Pcsivol Panjab139.

ملين، ٻه لک اٺتاليهه هزار سک آباد هئا، جيڪي انهيءَ پنجابي ٻوليءَ جي واڌ سان ١٩٥١ع ۾ پنجاهه لک چوهتر هزار ٻيهن ٿا.

انهيءَ مان ظاهر ٿيو ته آباديءَ جي لحاظ کان پنجاب تي ڪو اثر نه پيو. اول ته هن جيترا سک پارت کي ڏنا، اوترا پنجابي مسلمان ورتائين. ٻيو، هن ورهاڱي سبب آيل اردو مهاجرن کي پاڙ وٺ رهڻ ئي نه ڏنو. ٿيون اهو جو ورهاڱي بعد، هن وقت اتي غير پنجابي ڳالهائيندڙن جو انگ نه هئڻ جيترو برابر رهيو آهي، جو ته ١٩٥١ع جي آدمشماريءَ موجب، پنجاب ۾ بروهي هڪ به نه، گجراتي رڳو ٻه سؤ اٺ (٢٠٨)، هندي فقط ٽيرنهن (١٣)، مرهٽي ۽ بهاري ٻڙي، راجستاني نو سؤ ٻائيتاليهه (٩٤٢)، عربي ستونجاه (٥٧)، قبائلي ستونجاه(٥٧) ۽ ٻه سؤ ارڙهن (٢١٨)، ٻيون ٻوليون ڳالهائيندڙ(2) پر جڏهن اردو مهاجرئي اتي نه ٽڪي سگهيا ته پوءِ هنن مٿين هيڪڙ ٻيڪڙ ٻولين وارا ڪيترا رهيا هوندا.

## پنجاب ۽ سرحد ۾ اردو مهاجر آخر ڇو ڪونه رهي سگهيا؟

ورهاڱي سبب پنجاب ۽ سرحد ۾ وڃي آباد ٿيندڙ اردو مهاجر اتي ڪونه رهي سگهيا يا هنن کي اتي رهڻ نه ڏنو ويو، انهيءَ جا ڪهڙا به سبب ٿي سگهن ٿا. پر جڏهن اها ڳالهه بنا ڪنهن شڪ جي ثابت ٿي چڪي آهي ته اردو مهاجر اتي نه رهيا ۽ سنڌ هليا آيا يا سنڌ موڪليا ويا، ته پوءِ اسان جي ذهن ۾ ڪي سان هيٺيان سوال اڀرن ٿا:

(١) ڇا هنن کي اتان جي آبهوا راس ڪونه آئي؟
(٢) ڇا پنجاب ۽ سرحد جي حالتن، هنن سان ڪا مدد ۽ همدري نه ڏيکاري.
(٣) اهو به ممڪن آهي ته هنن کي ڪا اتي اخلاقي مدد (Moral support) ڪونه ملي سگهي.

---

(2) Pc- 195, Table-7, p. 17- 3 to 4 west pak. Vol:

(۴) ائين ٻہ ٿيو هجي جو اقتصادي طور هنن کي اتي ڪمزور بڻايو ويو هجي.
(۵) شايد هنن پاڻ کي اتي غير محفوظ سمجهيو هجي.
(٦) ٿي سگهي ٿو، هنن کي اتي روزگار جا موقعا نظر ڪونہ آيا هجن يا پوري نہ ڏنا ويا هجن.
(۷) چاٽي واٽي هنن لاءِ اهڙيون حالتون پيدا ڪيون ويون هجن، جو هو اتان لڏڻ (Migrate) تي مجبور ٿيا هجن.

ان کان علاوه، ائين بہ ٿي سگهي ٿو تہ هنن جي گهڻائي ڪراچيءَ ۽ باقي سنڌ ۾ اچي آباد ٿي. تنهنڪري هنن جو ديان سنڌ تي رهيو. ڇو تہ اڪثريت ۾ هرڪو پنهنجو ماحول محسوس ڪندو آهي ۽ اتي اخلاقي ۽ تهذيبي مدد بہ ملي ٿي. ٻيو تہ سنڌ ۾ هنن کي پين صوبن جي ڀيٽ ۾ پنهنجائپ ۽ مدد ملي، اهوئي سبب آهي جو سنڌ، هن وقت ورهاڱي سبب اردو مهاجرن جي پناهگاه بڻيل آهي. پنجاب ۽ سرحد ۾ لڏي آيل اردو مهاجر هن وقت هڪ بہ نٿو رهي، باقي جيڪي اتي اردو ڳالهائيندڙ رهيل آهن، سي ورهاڱي کان اڳ جا، هنن جا پنهنجا آهن.

بهرحال سنڌ ۾ هنن کي ڪيتريون بہ سهولتون ڇونہ مليل هجن ۽ هنن پاڻ کي سنڌ ۾ ڪيترو بہ محفوظ ڇونہ محسوس ڪيو هجي، پر اهي سبب هرويرو ڪنهن سگهي هنن لاءِ اچڻ جا نٿا ٿي سگهن. جيڪڏهن هنن کي پنجاب ۽ سرحد ۾ سک ۽ آرام ملي ها، روزگار جا موقعا ڏنا وڃن ها، هنن سان دلسي همدردي رکي وڃي ها تہ پوءِ ائين هنن کي سنڌ لڏي اچڻ جو ڪو لاچار ڪونہ پئي ها، ۽ جي ڪٿي لڏن بہ ها تہ هڪ اڌ، نہ ڪي هڙ جو هڙ پڇي اچن ها.

## سنڌ اندر بلوچي ۽ بروهي

۱۹۳۱ع جي آدمشماريءَ موجب سنڌ اندر هنن جو مجموعي تعداد ڏهہ لک پنجهٺ هزار (۱۰,٦٥,٦٢۴) آهي. جڏهن تہ ۱۹۵۱ع جي آدمشماريءَ ۾ سندن انگ پنج لک انهٺ هزار (۵,٦٨,٦٩۱)

هو. هنن جي واڌ جو تناسب سنڌ اندر ۱۶۸۷ رهيو آهي. اها واڌ سنڌ اندر، سنڌين جي سراسري واڌ کان ٻه گهٽ آهي. اصل ۾ بروهي ۽ بلوچ تهذيبي، تمدني، توڙي ماحول جي لحاظ کان سنڌين کان ذري برابر به الڳ نه آهن. هنن جي تعليم جو ذريعو به سنڌي آهي. سنڌ اندر سنڌي، بروهي ۽ بلوچيءَ جو ڪو الڳ تصور ئي ڪونهي سواءِ ذات جي. مطلب ته اهي سنڌ اندر ڇڻ ته سنڌي ٿي وڃن ٿا.

## سنڌ ۾ ناجائز طور پشتو ٻوليءَ وارن جو تعداد

۱۹۸۱ع جي آدمشماريءَ موجب، سنڌ ۾ پشتو ڳالهائيندڙن جو تعداد ساڍا ڇهه لک (٦٥٠٤٩١) ڏيکاريل آهي. جڏهن ته ۱۹۵۱ع جي آدمشماريءَ ۾ سنڌن تعداد فقط پاونجاه هزار(۵۱٫۷۵۴) هو. ۱۹۵۱ع کان ۱۹۸۱ع تائين سنڌ اندر هنن جي اها واڌ تيرنهن ٻيرا آهي. پاڪستان اندر پشتو ٻوليءَ وارن جي واڌ جو تناسب ۲۶٦ ٿو بيهي، جنهن جي حساب سان ۱۹۸۱ع ۾ سنڌ اندر هنن جو ڪل تعداد هڪ لک پنجٽيهه هزار هجي ها. انهيءَ مان ظاهر ٿو ٿئي ته ۱۹۸۱ع تائين سنڌ اندر هڪ لک پنجٽيهه هزار کان علاوه پنج لک پندرنهن هزار (۵٫۱۵٫۰۷۰) پٺاڻ ناجائز طور سنڌ ۾ اچي آباد ٿيا آهن.

## سنڌ ۾ ناجائز طور آباد ٿيل ڪشميري ۽ ٻين ٻولين وارن جو تعداد

سنڌ اندر ۱۹۸۱ع جي آدمشماريءَ موجب ٻين ٻولين وارن جو تعداد ڏهه لک ستر هزار (۱۰٫۷۰٫۱۷۴) ڄاڻايل آهني. ٻئي پاسي ۱۹۸۱ع جي آدمشماريءَ جي ٻين ٻولين کي جمع ڪجي ٿو ته ڪل انگ وڃي ٽي لک ٻٽيهه هزار (۳٫۳۲٫۲۳۳) ٿو بيهي، جيڪو ۱۹٦۱ع ۾ چار لک ڇهه هزار (۴٫۰٦٫۲۱٦) ٿئي ٿو. ٻين ٻولين ڳالهائڻ وارن ۾ مکيه ٻوليون گجراتي ۽ راجستاني اچن ٿيون. ۱۹۵۱ع ۾ گجراتي سوا ٻه لک (۲٫۲۵٫۲۱۴) ۽ راجستاني چاهتر هزار (۷٦٫۰۷۰) هئا. ۱۹٦۱ع ۾ وري گجراتي ڏيڍ لک

(۲۳۹۵۲۳) ۽ راجستاني هڪ لک سترنهن هزار (۱،۱۷۴۴۳) هئا. باقي انگريزي، فارسي ۽ عربي ڳالهائڻ وارن جو تعداد ڪو گهٽو ڪونهي.

سنڌ جي سراسري واڌ موجب ۱۹۸۱ع موجب گجراتي چار لک انهتر هزار ۽ راجستاني ٻه لک پنجٽيهه هزار (۲،۳۵،۱۱۵) هندا. اهڙيءَ طرح ٻين ٻولين وارن جو ڪل تعداد وڃي اٺ لک ٻارنهن هزار (۸،۱۲،۴۹۸) تـو ٿيهي، جنهن مان اندازو تـو ٿئي ته ٻيون ٻوليون ڳالهائيندڙ اڍائي لک (۲،۵۸،۴۷۶) ماڻهو ٻين صوبن مان لڏي سنڌ آيا.

(e) مٿين اندازي موجب انهن اڍائي لک ناجائز طور آباد ٿيل ماڻهن ۾ گهٽو تعداد ڪشميري ٻوليءَ وارن جو آهي. اهـا ٻي ڳالهه آهي جو انهيءَ ۾ پنجاب ۽ سرحد کان لڏي آيل قبائلي ۽ ٻين ٻولين وارا به شامل هجن. [هـن جي خبر ڪشميري ماڻهن جي ووٽ ڏيڻ واري انگ مان پئجي سگهي ٿي].

## [D] سنڌ ۾ ناجائز طور آباد ٿيل پنجابي ٻوليءَ وارن جـو تعداد

۱۹۸۱ع جي آدمشماريءَ موجب، سنڌ ۾ پنجابي ٻـوليءَ وارن جـو تعداد پنجويهه لک چٽيهه هـزار (۲۵۳۵۷۲۷) آهـي. ۱۹۵۱ع جي آدمشماريءَ ۾ سندن تعداد فقط ٻه لک پاونجاه هزار (۲۵۱۹۹۳) هو. پنجابي ٻولـيءَ ڳالهائيندڙن جي پاڪستان انـدر ۱۹۵۱ع کان ۱۹۸۱ع دوران سراسـري واڌ جـي نسبت ۲٫۴۳۵ رهي آهي. انهيءَ سراسري واڌ جي نسبت سان ۱۹۸۱ع ۾ سنڌ اندر پنجابـي ٻولـيءَ وارن جـو تعداد پنج لک ايڪيانوي هزار (۵۹۱۲۲۳) هجي ها.

[d] انهيءَ حساب سان سنڌ اندر ناجائز طور آبـاد ٿيل پنجابي ٻوليءَ وارن جو ۱۹۸۱ع ۾ تعداد سادا اڻويهه لک ٿو بيهي. يعني سادا اڻويهه لک پنجابي ٻـوليءَ وارا ۱۹۵۱ع کان پوءِ سنڌ

۾ لڏي آيل آهن.

اهو ڇاڻائڻ به ضروري آهي ته پنجاب کان لڏي ايلن جو وڏو تعداد گهٽجي ويو ۽ ١٩٦١ع ۽ ١٩٨١ع جي دوران آيل آهي ظاهر آهي ته سنڌ جي مٿان اها نعمت ون يونٽ سبب نازل ٿي.

## [E] ١٩٨١ع جي آدمشماريءَ موجب سنڌ اندر ناجائز طور آباد ٿيل ڪل تعداد

١٩٥١ع کان اڳ سنڌ اندر آيل مهاجرن يا ٻين غير سنڌين کي جائز تسليم ڪندي به ڏسجي ته ١٩٥١ع کان ١٩٨١ع تائين سنڌ اندر ٻائيتاليهه لک (٤١٨٨٨٦٥) ماڻهو ناجائز طور آباد ٿيا آهن، جن ۾ ساڍا اڻويهه لک (١٩٥٤٥٠٤) پنجابي، پوڻا پندرهن لک (١٤٧٠٦١٥) اردو ٻولي ڳالهائيندڙ، پنجن لکن کان مٿي (٥١٥٠٧٠) پشتو ڳالهائيندڙ ۽ اڍائي لک (٢٥٨٦٧٦) ڪشميري ۽ ٻين ٻولين وارا شامل آهن. اردو ٻوليءَ وارن ۾ اڌ کان مٿي پنجاب جا اصل رهاڪو شامل آهن.

سي کان وڌيڪ پنجاب کان آيا آهن، جن جو تعداد تقريبا اڻاويهه لک ٿيندو. اهڙيءَ طرح ١٩٥١ع کان بعد ناجائز طور سنڌ ۾ آباد ٿيل ماڻهن مان ٻه حصا پنجاب کان آيل آهن.

| ١٩٥١ع کان پوءِ سنڌ ۾ ناجائز طور آباد ٿيل ماڻهو | پنجابي ٻولي وارا | اردو ٻولي وارا | پشتو ٻولي وارا | ڪشميري ۽ ٻين ٻولين وارا | ڪل تعداد |
|---|---|---|---|---|---|
| | ساڍا اڻويهه لک<br>١٩٤٤،٥٠٤ | پوڻا پندرهن لک<br>(١٤،٧٠،٦١٥) | پنجن لکن کان مٿي<br>(٥،١٥،٠٧٠) | اڍائي لکن کان مٿي<br>(٢،٥٨،٦٧٦) | ٻائيتاليهه لک<br>(٤١،٨٨،٨٦٥) |
| سنڌ اندر ڪل غيرسنڌي آباد ٿيل ١٩٨١ع تائين | پنجويهه لکن کان مٿي<br>(٢٥،٣٥،٧٢٧) | ٻائيتاليهه لک<br>٤١،٩٤،٣٠٤ | ساڍا ڇهه لک<br>(٦،٥٠،٢٩١) | ڏهه لک ڪشميري گجراتي، راجستاني ۽ ٻيا<br>(١٠،٧٠،١٧٤) | ساڍا چوراسي لک<br>(٨٤،٥٠،٩٩٦) |

ٽيبل ١١

## مکيه نتيجا (Main Findings)

١٩٨١ع جي آدمشماريءَ موجب، سنڌ جي ڪل آبادي هڪ ڪروڙ نوي لک اٺيهه هزار (١٩٠٢٩٠٠٠) ڊيڪاريل آهي،

جنهن ۾ پنجاب ۽ صوبه سرحد کان ١٩٥١ع کانپوءِ لڏي آيل ماڻهو به شامل آهن. هونئن سنڌ جي آباديءَ جا صحيح انگ اکر قدرتي يا فطري واڌ موجب هيٺين ريت هجڻ گهرجن:

| ١٩٨٠ع جي آدمشماري موجب سنڌ جي ڪل آبادي | ١٩٨١ع ۾ سنڌ جي اصل آبادي | ١٩٨١ع تائين سنڌ ۾ ناجائز آباد ٿيل آبادي |
|---|---|---|
| هڪ ڪروڙ نوي لک اٺيهه هزار (١,٩٠,٢٩,٠٠٠) | هڪ ڪروڙ اٺيتاليهه لک (١,٤٨,٤٠,١٣٤) | ٻائيتاليهه لک ٤١,٨٨,٨٦٥ |

تيبل ١٢

(١) سنڌ جي ١٩٨١ع ۾ اصل آبادي هڪ ڪروڙ اٺيتاليهه لک ٿي بيهي. هن ۾ ١٩٥١ع تائين آيل پنجابي، پشتو ، اردو ۽ ٻين ٻولين وارا شامل ڪيا ويا آهن.

(٢) تقريبا ٻائيتاليهه لک کن ماڻهو ١٩٥١ع کان پوءِ، پنجاب ۽ سرحد مان لڏي اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا آهن جنجو تفصيل هيٺينءَ ريت آهي:

(a) ٻائيتاليهه لکن ۾ اٺويهه لک پنجابي، پوڻا پندرنهن لک اردو پنج لکن کان مٿي پشتو، اڍائي لک ڪشميري ۽ ٻين ٻولين وارا ماڻهو شامل آهن.

(b) سنڌ ۾ ١٩٨١ع جي آدمشماريءَ موجب پنجابي ٻوليءَ وارن جو تعداد پنجويهه لک پنجٽيهه هزار آهي، جڏهن ته جائز طور سندن تعداد رڳو تقريبا ڇهه لک هئڻ گهربو هو. ١٩٥١ع ۾ سندن تعداد اڍائي لک هو.

(c) پنجاب کان نه رڳو پنجابي ٻوليءَ وارا سنڌ ۾ آيا، پر اردو ٻوليءَ وارا به ساڍا ست لک ١٩٨١ع تائين پڻ اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا.

(d) پشتو ٻوليءَ وارا سنڌ ۾ ١٩٨١ع تائين ساڍا ڇهه لک آباد ٿيا، جڏهن ته جائز طور هنن جو تعداد فقط هڪ لک پنجٽيهه هزار ٿيڻ گهربو هو. ١٩٥١ع ۾ سندن تعداد اڌ لک مس هو.

(e) ١٩٨١ع ۾ سنڌ ۾ اردو ڳالهائيندڙن جو تعداد ٻائيتاليهه لک ڊيڪاريل آهي، جڏهن ته جائز طور سندن تعداد ستاويهه لک

نيويهه هزار (٢٧٢٣٦٨٩) هئڻ گهربو. هو. ١٩٥١ع ۾ سندن تعداد فقط ساڍا ڏهه لک هو.

(f) غيرقانوني طور سنڌ ۾ ١٩٨١ع تائين آباد ٿيل پوڻا پندرنهن لک اردو ڳالهائيندڙ، پنجاب، سرحد ۽ بنگال مان آيل آهن.

(g) ڪشميري ۽ ٻين ٻولين وارن جو ناجائز طور سنڌ ۾ آباد ٿيل ماڻهن جو تعداد اڍائي لک کان مٿي آهي.

(٣) سنڌ اندر ١٩٨١ع جي آدمشماريءَ موجب، هر چوٿين ماڻهوءَ پٺويان هڪ ماڻهو ٻاهرين صوبي مان غيرقانوني طور لڏي آيل آهي.

(٤) سنڌ ۾ مجموعي طور هر ستين ماڻهوءَ پٺويان هڪ پنجابي ماڻهو آهي.

(٥) هر چوٿين سنڌي ماڻهوءَ پويان هڪ پنجابي ٻوليءَ وارو، هر سورهين سنڌيءَ پويان هڪ پشتو ٻوليءَ وارو ۽ هر ٽين سنڌي پويان هڪ اردو ٻوليءَ وارو رهي ٿو.

(٦) سنڌ اندر لڏ پلاڻ جو زور ١٩٦١ع کانپوءِ شروع ٿيو آهي انهيءَ ڪري ١٩٦١ع جي حساب سان، ٻين صوبن کان غيرقانوني طور لڏي آيل ماڻهن جو تعداد تقريبا چاليهه لک آهي، جنهن موجب هرسال سنڌ ۾ سراسري ٻه لک ماڻهو غيرقانوني طور آباد ٿيندا رهيا آهن.

## پنجاب مان لڏي اچڻ جا سبب

جيئن ته سنڌ ۾ لڏي ايندڙن ۾ وڏو تعداد پنجابي ٻوليءَ وارن جو آهي، ان سان گڏ اردو ٻوليءَ وارا مهاجر ۽ ٻيا پنجاب ۾ مستقل رهائش اختيار ڪيل اردو ٻوليءَ، ڪشميري ۽ ٻين ٻولين وارا به پنجاب ڇڏي سنڌ آيا آهن، تنهن ڪري اسان پنهنجي مٿين مطالعي مان ان جا سبب ڄاڻائينداسين ته آخر ائين ڇو ٿيو آهي جو پنجاب جا ماڻهو ٻڌي حساب سان پنجاب مان لڏي ٻين صوبن ۽ ملڪن ۾ آباد ٿيندا رهن ٿا.

سڀ کان پهرين ڳالهه اها ته پنجاب جي ماڻهن جو هميشه طبعي لاڙو (Tendency) رهيو آهي، جو هو روزگار جي تلاش

پنجاب ۾ زرعي زمين مٿان زراعتي آباديءَ جي سخت دٻاءَ ۽ حملي جو خطرو تو ڏسڻ ۾ اچي، نتيجي ۾ اوير بنگال جيان زندگيءَ جو معيار گهٽجي ويندو. (پنجاب)

---

۾ لڏپلاڻ ڪندا رهيا آهن. ١٩٥١ع جي آدمشماريءَ ۾ اهو نتيجو ڪڍيو ويو ته پنجاب جي ماڻهن ۾ لڏپلاڻ جو سيني صوبن کان وڌيڪ رجحان آهي. ١٩٥١ع جي آدمشماريءَ جي ڪتاب نمبر ٣ جي صفحي ٦٥ ۾ ڏنل ٽيبل نمبر ٢ (Statement) جي انگن اکرن تي اهو نتيجو اخذ ڪيو ويو آهي ۽ ڪالم نمبر٢ ۾ لکيل آهي ته پنجاب ۾ پيدا ٿيل ماڻهن جي، ٻين صوبن اندر سندن کپت مان جيڪا عام طرح سيني صوبن کان مٿي آهي، ظاهر ٿو ٿئي ته پنجاب جي ماڻهن ۾ هجرت ڪرڻ جو رجحان آهي.

اها ته ٿي لڏپلاڻ جي رجحان جي ڳالهه، پر ڪنهن قوم ۾ رڳو رجحان بنا سبب جي ڪونه ٿيندو. ڪنهن ڳالهه جو رجحان ڪا وندر نه آهي جو قوم يا ماڻهو تفريح طور اختيار ڪري. اهو ئي سبب آهي جو پنجاب جي ماڻهن ۾ به هجرت ڪرڻ جو لاڙو اقتصادي ۽ سياسي سببن ڪري پيدا ٿيل آهي.

## اقتصادي سبب

اقتصاديات جو قومن ۽ قبيلن جي بلنديءَ ۽ پستيءَ سان وڏو لاڳاپيو رهيو آهي. اقتصادي حالتون ئي قوم يا قوم جي فردن کي نئين سوچ ڏينديون آهن. ڪا به خوشحال قوم يا قوم جا فرد ڪنهن بيءَ مجبوريءَ نه هٿڻ سبب، پنهنجا ماڳ نه ڇڏيندا آهن. پر جڏهن ڪنهن قوم يا قوم جي فردن کي پنهنجي زمين تي اقتصادي بدحاليءَ جو شڪار ٿيڻو پوندو آهي يا وري خوشحاليءَ جا ذريعا محدود نظر ايندا آهن ته پوءِ هو خوشحاليءَ جي ڳولها ۾ پنهنجا ماڳ ڇڏي پيا ماڳ تلاش ڪندا آهن.

اهو پهريون سبب آهي جو پنجاب جا ماڻهو ايڏي وڏي تعداد ۾ پنجاب مان لڏي ٻين صوبن ۾ وڃي آباد ٿيا آهن. ١٩٥١ع جي آدمشماريءَ ۾ ڄاڻايل آهي ته اوير بنگال (بنگلا

ديش) جي ڀهراڙيءَ جي في ميل پوکيل زمين تي زراعت پيشه ماڻهن جو تعداد يارنهن سؤ کان مٿي آهي، جنهن مان اتان جي ماڻهن جي زرعي حالتن جو پتو پوي ٿو. سنڌ ۾ في ميل ٢٣٤ زراعت پيشه ماڻهن جو تعداد سڀ کان گهٽ آهي ۽ ايريگيشن جي مکيه پراجيڪٽس کي نظر ۾ رکندي، جيڪي زير تعمير آهن، دس ۾ تو اچي ته سنڌ جي زرعي زمين وڏيڪ آباديءَ لاءِ سڀ کان وڌيڪ ڪامياب ثابت ٿيندي. پنجاب ۾ زرعي زمين مٿان زراعتي آباديءَ (severe land crowding) جي سخت دٻاءُ ۽ خملي جو خطرو ٿو ڏسڻ ۾ اچي، جنهن جي نتيجي ۾ زندگيءَ جو معيار گهٽجي ويندو. اوير بنگال جيان انهيءَ مسئلي جو آخري حل اهو آهي جو زراعت ۾ شاهوڪار علائقن ۾ وڌندڙ في ڪس آبادي لاءِ هميشه لاءِ متوازن ڏگهي عرصي جو معاشي سرشتو گهرجي، ان لاءِ صنعت کي فروغ ڏئي روزگار جا ذريعا پيدا ڪجن.

اهو آهي ١٩٥١ع ۾ پنجاب جي سوچ جو اندازو. پنجاب جي زراعت ۽ آباديءَ کي نظر ۾ رکندي مستقبل جي صحيح سوچ رکي وئي. هاڻي اهو ڏسجي ته واقعي پنجاب اندر ڪارخانن کي وڌائي معاشيات کي متوازن ڪيو ويو يا زرعي زمين مٿان بار هلڪي ڪرڻ لاءِ سنڌ جي زرعي زمينن ۽ ڪارخانن مٿان ڪاهه ڪئي وئي.

١٩٥١ع جي آدمشماريءَ جي انهيءَ رپورٽ کي خيال ۾ آڻيندي، لڳي ٿو ته ڪراچيءَ جي ڪارخانن ۽ باقي سنڌ جي زمينن جي الاٽمينٽ ۾ پنجاب وارن کي ئي وڏو حصيدار بڻايو ويو. انهيءَ ڳالهه کي سنڌ جا ماڻهو ناپسنديءَ سان ڏسن ٿا ۽ اهو شڪ يقين ۾ ٿو بدلجي ته سنڌ اندر، پاڪستان سرڪار، هڪ سوچيل سمجهيل منصوبي تحت پنجاب جي ماڻهن کي آباد ڪرائي رهي آهي ته جيئن:

(١) پنجاب جي زمينن تي زراعت پيشي جو دٻاءُ گهٽ رهي.

(٢) پنجاب جي ماڻهن جو زندگيءَ جو معيار اوير بنگال جيئان هيٺ نه ڪري پئي.

متين. ڳالهين کـي ويچار ۾ آڻـڻ لاءِ اسان سنڌ انـدر ڪارخانـن ۽ روزگار ۽ زراعت لائـق زمينن تـي سرسري ويچار ڪريون ٿا. [روزگار ۽ زمينن جو تفصيل الڳ ڪتاب ۾ ڏنو ويندو]

## زمينون

پنجاب جي ماڻهن کي پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ بي حساب زمينون الاٽ ٿيڻ شروع ٿيون. ڪجهه زمينون ته انگريز سرڪار، سنڌين سان ١٩٤١ع جي حر تحريڪ سبب نـاراض ھئڻ ڪري، غير سنڌين کي الاٽ ڪيون. هي اهي زمينون هيون، جيڪي سکر بيراج جي نهرن سبب پوک لائق بڻيون هيون. حرن کـي راضـي ڪرڻ لاءِ انگريز سرڪار هنن کي زمينن الاٽ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. پـر سنڌين پنهنجي روايت موجب، دشمن جـي ڪنهن به پيشڪش کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو.

ان ڪانپوءِ ون يونٽ جي دور ۾ فوجين کـي بي حساب زمينون الاٽ ڪيون ويون. جنهن سبب پنجاب کان وڏي تعداد ۾ ماڻهو اچي انهن زمينن تـي هارپ خاطر آباد ٿيا. اهوئي سبب آهي جو پنجاب جي ماڻهن جو وڏو تعداد سنڌ جي انهن ضلعن ۾ آباد ٿيندو رهيو، جتي هنن کي زمينون الاٽ ٿيون ۽ جتي ڪارخانن ۾ روزگار جو موقعو ڏنو ويو. جيئن نواب شاهه، سانگهڙ، ٿرپارڪر سکر، بدين ۽ ٺٽو. انهن ضلعن ۾ پنجاب جي ماڻهن جو تعداد ٻين ضلعن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ آهي، جـوته زمينون انهن ضلعن ۾ گهٽي ياڳي.

پنجاب جي ماڻهن کي الاٽ ڪيون ويون آهن. ان جي مقابلي ۾ لاڙڪاڻو، دادو، جيڪب آباد ۽ شڪارپور ضلعن ۾ هنن جي آبادي تمام گهٽ رهي. ڇاڪاڻ جو هڪ ته اتان جون زمينون اڳ ۾ ئي بچت ۾ نه هيون، ٻيو اتـي ڪارخانا ڪونه هئا. اهڙيءَ طرح

ڪراچيءَ ۾ ڪارخانن هئڻ سبب، پنجاب جي ماڻهن جـي آبادي وڌيڪ آهي. اها به ڳالهه آهي جو هاڻي انهن ايراضين ۾ انڊسٽريل اسٽيٽ قائم ڪرڻ سبب پنجاب جي ماڻهن جو تعداد وڌي ويل آهي.

ان کانپوءِ کوٽڙي بيراج جون زمينون پنجاب جي ماڻهن کي الاٽ ڪيون ويون ۽ سبب ڇاڻايو ويو تہ سنڌي هاري غريب آهي ۽ هن کي زمين وٺڻ جي وسعت ئي ڪونهي. تربيلا ڊيم ۽ منگلا ڊيم ٺهيو تہ اتان جي ماڻهن، جن کي انهن ٺهي ڊيمن جي ٺاهڻ لاءِ انهيءَ ايراضيءَ مان اٿاريو ويو، انهيءَ عيوض زمينون سنڌ ۾ الاٽ ڪيون ويون، جڏهن تہ سنڌ جي عام ماڻهوءَ کي زمين جو ٽڪر بہ ڪونہ ڏنو ويو. زمينن خاطر، اتان بہ ماڻهو اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا.

سيد ذاڪرحسين مشهديءَ آتش فشان لاهور ڊسمبر ۱۹۸۳ع ۾ ڇپيل انٽرويو ۾ ڇاڻايو تہ هن کي ٺٽي ضلعي ۾ ٻارنهن سؤ ايڪڙ زمين آهي ۽ هو اتان جو وڏو زميندار آهي. اهڙا زميندار ۽ هاري بي حساب سنڌ ۾ آباد ٿيا آهن. [تفصيل انهن جو زمينن جي مضمون ۾ هوندو.]

ان کان علاوه هڪ خاص ڳالهہ اها آهي جو في زرعي زمين تي ۱۹۵۱ع کانپوءِ سنڌ جي ماڻهوءَ کان وڌيڪ پنجاب جو ماڻهو ٿيندو ٿو وڃي. هن وقت پنجاب ۾ في ميل زرعي پيشہ آبادي ـــــ ماڻهو آهي.

اهوئي ٻاهرين صوبن کان لڏپلاڻ جو سبب آهي جو سنڌ جي ماڻهن جي زندگيءَ جو معيار ڏينهن پوءِ ڏينهن وڃي ٿو گهٽبو. جي اها لڏپلاڻ رهي ٿي، پوءِ پنجاب جي ماڻهن جو معيار برقرار رکڻ لاءِ سنڌ جي ماڻهن جو معيار ويندو گهٽبو.

## ڪارخانا

۱۹۵۱ع کان بعد، پاڪستان اندر ڪارخانن ۾ تيزيءَ سان واڌارو آيو. ۸۲-۱۹۸۱ع جي ڪارخانن جي ڳڻپ موجب پاڪستان اندر ننڍي ۽ وڏي پيماني تي ڪارخانن جو تعداد ۳۸۱۵ آهي، جنهن مان پنجاب، سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان ۾ ترتيبوار انگ ۲۰۷۰، ۱۵۵۴، ۱۶۷ ۽ ۲۴ آهي.

قطر جي آباديءَ ۾ ٽين حصي کان مٿي پاڪستاني آهن؟

اهي ڪير آهن؟ پنجابي يا ڪي ٻيا ؟

پاڪستان سرڪار پنهنجي ترقيءَ ۽ واڌاري جي پاليسيءَ تحت، ڪارخانن کي تيزيءَ سان قائم ڪري ماڻهن جي زندگيءَ جي معيار کي گهٽجڻ کان روڪيو ته ضرور، پر اسان کي ڏسڻو اهو آهي ته انهن ڪارخانن سنڌ کي ڏنو ڇا؟

سنڌ اندر ننڍن ۽ وڏن ڪارخانن جو تعداد ١٥٥٧ آهي ۽ 191,251 ماڻهو انهن ۾ روزگار سان آهن. ٻئي پاسي پنجاب جي ٢٠٧٠ ڪارخانن ۾ ٢،٣٦،٨٦١ ماڻهن کي روزگار مليو آهي. انهن پنهين ۾ روزگار پنجاب وارن کي مليو آهي ۽ سنڌ جو حصو نه هئڻ جي برابر آهي.

سنڌ جو ماڻهو انهيءَ ڪري سوچي ٿو ته هن کي هڪ ته سنڌ کان ٻاهر ڪنهن روزگار جو موقعو نٿو ڏنو وڃي، ٻيو پنهنجي صوبي اندر به هن کي انهيءَ کان محروم رکيو وڃي ٿو. ٽيون مٿين ڳالهين مان اهو به محسوس ٿئي ٿو ته پاڪستان سرڪار سنڌ جي ماڻهن جي زندگيءَ جي معيار کي ڪنهن لائقي ڪونه ٿي سمجهي. مٿين مڙني ڳالهين مان ثابتي ملي ٿي ته پنجاب جي ماڻهن ۾ لڏپلاڻ جو لاڙو فقط روزگار ۽ سٺي روزگارجي تلاش آهي، جنهن لاءِ حڪومت پاڪستان پڻ انهيءَ ۾ مدد ۽ سهولتون ڏئي ٿي: هيٺيان انگ اکر پڻ انهيءَ شاهديءَ کي پختو ڪن ٿا.(١)

(الف) هڪ سروي موجب، برطانيه ۾ رهندڙ تقريبا چار لک پاڪستاني آهن.(١)

[ب] اومان ۽ خليجي رياستن ۾ تقريباً پنجاهه هزار پاڪستاني ڪم ڪري رهيا آهن.

[ت] ١٩٧٦ع ۾ پاڪستان اهو ظاهر ڪيو ته عرب ملڪن ۾ پاڪستاني قوميت وارا هڪ لک ستر هزار ماڻهو روزگار سان

---

(١) چند روز لندن ميں، صادق قريشي، نواءِ وقت (٧) جمعه ميگزين.

اهن، پر تقريبا ٥٠ سيڪڙو انهيءَ سرڪاري طور چاڻايل انگ کان مٿي آهن. قطر جي آباديءَ ۾ ٽين حصي کان مٿي پاڪستاني آهن.(4) اهي ڪير آهن؟ پنجابي يا ڪي پيا؟

## سياسي مقصد

سنڌ جي ماڻهن کي، پنجاب ۽ سرحد کان ايندڙ ماڻهن ۾مان اهو انديشو پيدا ٿيو آهي ته ايڏي وڏي تعداد ۾ لڏپلاڻ جو سبب ڪو سياسي ته ناهي. جڏهن خود پنجابي دانشور ۽ اديب کي پڙهون ٿا ته اهو انديشو يقين ۾ ٿو بدلجي.

قومي ڊائجسٽ جي سک نمبر ۽ روزانه نواءِ وقت جي جمعه ميگزين ٥- ١١ آڪٽوبر ٨٤ع ۾ سکن لاءِ پاڪستاني پنجابي اديبن جي سوچ هن ريت ڏنل آهي:

١٩٤١ع ۾ سکن جي آبادي ٥٥ لک هئي. ٻيءَ عالمگير لڙائيءَ ۾ فوج ۾ پنجابي ٦٣ سيڪڙو هئا، جنهن مان ٥٠ سيڪڙو سک هئا. هن وقت انڊيا جي فوج ۹ لک آهي- ١٩٧١ع ۾ سکن جي آبادي ١٫٨٩ سيڪڙو هئي ۽ هاڻي ٢ سيڪڙي کان ٿورو مٿي آهي. سکن جي ۹ سيڪڙو آبادي پنجاب ۾ آهي، جتي هنن جي سراسري ٦٠٫٢٧ سڪڙو هئي، پر هند سرڪار راجستان، بهار ۽ يوپيءَ کان هندو مزدورن جي آباديءَ کي روزگار جي تلاش لاءِ پنجاب ۾ منتقل ڪري رهي آهي ته جيئن پنجاب ۾ هندن جي آباديءَ ۾، سکن جي مقابلي ۾ ڪجهه اضافو ٿئي. لاهور جون خوبصورت وسنديون ڏسي هنن (سکن) جو احساس جاڳي ٿو ته آزاديءَ کان پهريون هو مسلمانن کي پسمانده خيال ڪندا هئا پر هاڻي ته هر گهر ۾ بهاري آهي. هنن سان زيادتي ٿي آهي ۽ هاڻي نه هو آزاد آهن ۽ نه وري خوشحال. پر هتئون آگسٽ ١٩٤٧ جي مقابلي ۾ غربت ۽ افلاس وڌيو آهي. هنن جي ان غيرشعوري تبديليءَ انهن ۾ بغاوت جي جذبي کي جنم ڏنو آهي. ان جي مقابلي ۾ هندو وڌيڪ خوشحال ٿي چڪا آهن، ۽ جي اها صورت حال رهي ته پوءِ هنن جي غربت ۽ افلاس جو گراف مٿي ٿي

(1) For Eastern Economic Review ASIA 78Tean Book

اهو آهي پنجابي اديب جو پنهنجي هم زبان سکن لاءِ سوچ جو رويو، جي سنڌ جي ماڻهوءَ ۾ ساڳين حالتن اندر ساڳئي سوچ پيدا ٿئي ته پوءِ ڇا ٿيندو؟ هن ڪي انهيءَ سوچڻ جو موقعو ڏنو وڃي ته:

[الف] هن جي خوشحاليءَ روزگار جي موقعن تي روز بروز ٻاهريون مزدور ۽ ڪاروباري طبقو قابض ٿيندو ٿو وڃي.

[ب] ٻاهرين صوبن مان ماڻهن ڪي سنڌ اندر آباد ٿيڻ جا ڀرپور موقعا ڏئي، سنڌين جي آباديءَ کي گهٽايو ٿو وڃي.

[ت] سنڌ جي ماڻهن ۾ انهن ڳالهين جو احساس اڀرڻ لازمي آهي، انهيءَ لاءِ پاڪستان سرڪار سنڌ جي ماڻهن ڪي اعتماد ۾ آڻي اهڙا قدم کڻي، جنهن مان اهو احساس نه اڀري ته اهي ڳالهيون سوچيل منصوبي تحت پاڪستان سرڪار جي پاليسين ۾ شامل آهن.

## مستقبل ۾ ڇا ٿيندو؟ شمارياتي تجزيو

[۱] ڪراچيءَ ۾ هرسال اڍائي لک جي حساب سان، پنجاب ۽ سرحد مان ماڻهو لڏي ايندا رهيا آهن. انهيءَ حساب سان ۱۹۸۵ع تائين ڏهه لک ماڻهن جو واڌارو ڪراچيءَ ۾ ۽ ٻه لک باقي سنڌ ۾ ٿي چڪو هوندو.

[۲] جيڪڏهن اهڙي نموني، سنڌ ڏانهن ٻاهرين صوبن (پنجاب ۽ سرحد) جي ماڻهن جي رش رهي ته پوءِ موجوده سراسري واڌ جي تناسب سان ۱۹۹۱ع تائين سنڌ جي آباديءَ ۾ پنجابي ٻولي ڳالهائڻ وارن جو تعداد پنجياسي لک (۸۵۰۵۴۱۰) هوندو، جنهن ۾ ۱۹۸۰ کان بعد ناجائز طور آباد ٿيل ماڻهن جو انگ تقريبا چاليهه لک (۳۹۸۶۵۸۷) ٿيندو.

[۳] ۱۹۸۱ع واري ناجائز طور آباد ٿيل پنجابي ٻوليءَ وارا ويهه لک، پنهنجي سراسري واڌ جي تناسب سان، وڌي ڪري

پنجيتاليهه لک (۴۵۱۸۸۲۳) ٿيندا ۽ ڪل تقريبا پاهتر لک ناجائز طور آباد ٿيل پنجابي ٻوليءَ وارا ٿي ويندا.

[۴] ۱۹۹۱ع ۾ ڪل پشتو ٻوليءَ وارا ستاويهه لک ستاويهه هزار (۲۷۲۷۸۳۴) هوندا، جن ۾ ٻارنهن لک ويهه هزار (۱۲۰۱۹۶۷۸) ۱۹۸۱ع کان اڳ وارا ۽ پندرنهن لک (۱۵۰۸۱۵۶) ۱۹۸۱ع کان ۱۹۹۱ع جي عرصي ۾ پيا آيل هوندا.

[۵] اهڙيءَ طرح ۱۹۹۱ع ۾ ناجائز طور سنڌ ۾ آباد ٿيل پشتو ٻوليءَ وارا تقريبا چوويهه لک هوندا.

[۶] ۱۹۹۱ع ۾ اردو ٻوليءَ وارن جو ڪل تعداد اڏنوي لک هوندو (۹۸۰۴۲۲۰) جن ۾ ٻائيتاليهه لک ۱۹۸۱ع کان بعد جا آيل هوندا ۽ ڇوڏنهن لک ۱۹۸۱ع وارن ۾ واڌارو ايندو.

[۷] اهڙيءَ طرح مجموعي طور پنجاهه لک اردو ٻوليءَ وارا ناجائز طور سنڌ ۾ آباد ٿيل هوندا.

[۸] ۱۹۹۱ع ۾ پنج لک ڪشميري ناجائز طور سنڌ ۾ آباد ٿيل هوندا.

[۹] ۱۹۸۱ع کان ۱۹۹۱ع تائين سنڌ ۾ چاليهه لک پنجابين (۳۹۸۶۵۸۷)، پندرنهن لک پٺاڻن (۱۵۰۸۱۵۶) ٻائيتاليهه لک اردو ٻوليءَ وارن ۽ پنج لک ڪشميري ۽ ٻين ٻولين وارن نون ماڻهن جو واڌارو اچي ويندو.

[۱۰] ڏهن سالن جي انهيءَ عرصي ۾ (۱۹۸۱ع کان ۱۹۹۱ع تائين) مجموعي طور تقريبا هڪ ڪروڙ کان مٿي ناجائز طور آباد ٿيل ماڻهن ۾ واڌارو اچي ويندو، جڏهن ته سنڌ جي پنهنجي اصلي آباديءَ ۾ (سنڌين، بلوچ ۽ بروهي) پنجيانوي لک (۹۵۱۶۷۳۳) جي واڌ ٿيندي.

[۱۱] جيڪڏهن لڏپلاڻ جي روڪ جا جوڳا اپاءَ نه ورتا ويا ته پوءِ ۱۹۹۱ع ۾ سنڌ جي ڪل آبادي چار ڪروڙ چوويهه لک (۴۲۴۴۳۶۹۸) ٿيندي، جنهن ۾ سنڌي ٻه ڪروڙ نو لک (۲۰۹۰۶۲۳۴)، پنجاسي پنجيا‌سي لک (۸۵۰۵۴۱۰)، پٺاڻ

هر سال سنڌ صوبي مان ڏي ارب رپيا ٻاهر پين

صوبن ۾ وڃن ٿا.

سٺاويهه لک (٢٧٢٧٨٣٤)، اردو اٺانوي لک (٩٨٠٤٢٢٠) ۽ ڪشميري ۽ ٻيا پنج لک هوندا. اهڙيءَ طرح سنڌ جي اصلي آبادي اقليت ۾ تبديل ٿي چڪي هوندي ذرا سوچيو ته سهي صرف ڇهن سالن جي عرصي اندر! ڇا سنڌ جي اصلي باشندن کي انهيءَ ايڏي وڏي ۾ وڏي ۽ تيزيءَ سان ايندڙ طوفان جو اندازو ٿئي ٿو.

## لاڳاپيل مسئلا

ٻاهرين لڏپلاڻ سان ٻن قسمن جا مسئلا اڀرڻ لازمي آهن. هڪ اقتصادي، ٻيو سياسي. ٻنهي مسئلن جو جائزو جدا جدا وٺنداسين.

[الف] اقتصادي مسئلا:

(١) ٻاهرين صوبن، خاص ڪري پنجاب جي ماڻهن جي اچڻ سان هڪ ته مقامي ماڻهن ۾ اهو احساس پيدا ٿيو آهي ته هنن کي معاشي لحاظ کان ڪمزور بڻايو ٿو وڃي. ان جو وڏو ثبوت اهو آهي جو هر سال سنڌ صوبي مان ڏي ارب رپيا ٻاهر پين صوبن ۾ وڃن ٿا. واپار، نوڪرين، زمينن ۽ ڪارخانن ۾ مقامي ماڻهوءَ کي ڪو حصو ڪونه ٿو ملي.

(٢) زمينن جي الاٽمينٽ مقامي ماڻهن جي عيوض، پنجاب مان آيل ماڻهن ۽ فوجين ۾ ٿيندي رهي آهي.

(٣) نوڪرين ۾ مقامي ماڻهن جي بجاءِ پنجاب جي ماڻهوءَ کي ترجيح ڏني وڃي ٿي. خاص ڪري پوليس، نيم سرڪاري توڙي سرڪاري، وينديءَ ڪارخانن ۾ مقامي ماڻهو نه هئڻ جي برابر آهي. [تفصيل اڳتي ڏنو ويندو]

(٤) پاڪستان جي في ڪس آمدني ٨٠٠ جي حساب سان هرسال

ٿي ارب چئنيهه ڪروڙ سنڌ کان ٻاهر وڃي ٿو، جيڪو انهيءَ متعلق صوبي جي ترقيءَ متعلق صوبي جي ترقيءَ ۾ ڪتب اچي ٿو. [اهو پئسو الڳ آهي جو واپاري طبقو ڪارخانن جا مالڪ ۽ ٻيا سرمائيدار ڪمائي پنجاب موڪلين ٿا. ساليانو انڪم ٽئڪس جي حساب سان، جيڪا خود جائز نموني ڪنهن پٽيءَ ۾ نه ڀريل هوندي آهي ، هزارين ارب ٿيندا، جيڪي سنڌ مان پنجاب منتقل ٿيندا رهن ٿا].

(۵) هن وقت روزگار جي معاملي ۾ سنڌ جي ماڻهن کي نوڪرين ملڻ جو موقعو فقط چاليهه سيڪڙو آهي، ڇو ته شهري سيٽ هن کي مشڪل سان ٿي ملي. باقي سٺ سيڪڙو ٻهراڙيءَ جي ڪوٽا مان ۲۰ سيڪڙو پنجابي ٻوليءَ وارو آباد ٿيل کڻي وڃي ٿو. شهري سيٽن تي به ۲۰ سيڪڙو اردو ٻوليءَ وارو ۽ ۲۰ سيڪڙو وري پنجابي ٻوليءَ وارو حاصل ڪري ٿو.

(۶) مجموعي طور متين حساب سان ۴۰ سيڪڙو نوڪريون پنجابي ٻوليءَ وارو حاصل ڪري ٿو، باقي ۶۰ سيڪڙو سنڌ جو ماڻهو حاصل ڪري ٿو. اهوئي سبب آهي جو سنڌ جي اعليٰ عهدن تي سنڌي ۽ اردو ٻولين مان گهٽ، پر پنجابي ٻوليءَ وارا گهڻا ملندا. [ وڌيڪ تفصيل روزگار ۾ ڏنو ويندو]

هتي ضمني سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته سنڌ اندر پنجاب جي ماڻهن کي آخر نوڪريون ڪيئن ملن ٿيون؟ ڇو ته نوڪريءَ لاءِ لازمي شرط سنڌ جو ڊوميسائيل هنن کي حاصل ڪيئن ٿو ٿئي، جڏهن ته پنجاب اندر ڪنهن به غير پنجابيءَ کي ڊوميسائيل ملڻ جو ته ڪو سوال ئي پيدا نه ٿيو آهي. سنڌ ۾ ان جا به ڪارڻ آهن.

سنڌ ۾ پنجابين ڪسي تيزيءَ سان آباد ڪيو پيو وڃي، هن کان اڳ اها آبادڪاري ٻهراڙين تائين محدود هئي پر ويجهڙائي ۾ هڪ منظم منصوبي تحت پنجابي واپاري صنعتڪار کي ڪراچيءَ ۾ آباد ڪيو پيو وڃي، جنهن جو احساس ڪراچيءَ جي نون سنڌين کي به ٿيو آهي، بلڪ انهن ڪرڻ سان هو هڪ ڏک ذريعي به شڪار ڪرڻ چاهين ٿا.

(١) روينيو جا اڪثر عملدار انتهائي رشوت خور، سياسي طور اڻ ڄاڻ ۽ ڪند ذهن جا مالڪ آهن. هو سنڌ جي مستقل مفادن سان ذري برابر به دلچسپي ۽ چاهه ڪونه ٿا رکن.

(٢) سنڌ ۾ ضلعي آفيسر گهڻي ڀاڱي ڊپٽي ڪمشنر ۽ ايس پي غير سنڌي رهندا آيا آهن، جيڪي ڄاڻي واڻي سنڌين کي پٺتي ڪرڻ ۽ غير سنڌين کي اڳتي وڌائڻ ۽ سنڌ جي مستقل شهري بڻائڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪندا آيا آهن. انهيءَ لاءِ هو پنهنجي طاقت ۽ اثر استعمال ڪندا رهيا آهن.

پر وري به ڳالهه اتيئي اچي اٽڪي بيهندي ته ڊپٽي ۽ اسسٽنٽ ڪمشنر جو سڌو سنئون هٿ نٿو رهي. اها ٻي ڳالهه آهي جو هو پنهنجو اثر ۽ طاقت استعمال ڪري پنهنجي ماتحتن کي ان ڪم لاءِ مجبور ڪري سگهي ٿو. ڊوميسائيل جو ڪم هيٺيان ٽپيدار کان شروع ٿئي ٿو ۽ گهڻي ڀاڱي بنيادي سڄي ڪاروائي وڃي مختيارڪار تائين مڪمل ٿئي ٿي. غلط ڊوميسائيل ٺهڻ ۾ سڄو هٿ ٽپيدار، سپروائيزر ۽ مختيارڪار جو آهي، جيڪو يا ته انتهائي رشوت خور آهي يا وري سياسي سوچ کان بنهه اڻ واقف.

ٻيو ته سنڌ ۾ صرف سنڌي ماڻهو ڊپٽي ڪمشنر ۽ اسسٽنٽ ڪمشنر مقرر ڪيا وڃن. هنن کي غلط ڊوميسائيل جاري ڪندي گهٽ ۾ گهٽ ٿورو گهڻو حياءُ ۽ شرم ته آڏو ايندو. باقي اهو قطعي صحيح نه آهي جو سنڌ ۾ غير سنڌي (پنجابي) ڊپٽي ۽ اسسٽنٽ ڪمشنر مقرر ڪيا وڃن ته جيئن هو سنڌ جي مستقل مفادن خلاف ڪم ڪرڻ ۾ لڳا رهن.

فيڊرل گورنمنٽ جي پنهنجي تازي سوچيل سمجهيل منصوبي تحت ٺاهيل اها پاليسي هڪدم ترڪ ڪري جنهن ۾ ڊپٽي ڪمشنرن کي پنهنجي متعلق ڊوميسائيل وارو صوبو نٿو ڏنو وڃي. ڇا اها پاليسي اسان جي مٿين دليلن جي حامي نٿي ٻري.

(٧) انهيءَ ناجائز طور آباد ٿيل ماڻهن جو وڏو اثر سنڌ جي خوراڪ تي به پيو ٿو. سنڌ جي پنهنجي زرعي پيداوار في ماڻهو هن ريت آهي:

چانور في ماڻهو پوڻا ٽي مڻ يا هڪ سؤ ست ڪلوگرام،
ڪڻڪ في ماڻهو پوڻا چار مڻ يا هڪ سؤ اٺيتاليهه ڪلوگرام ۽
ڪپهه في ماڻهو هڪ سؤ پنج بيل.

پر ناجائز طور آباد ٿيل ماڻهن سڀ سنڌ جي في ماڻهو پيداوري حد هيٺين ۽ ريت گهٽ بيهندي. چانور في ماڻهو ٽياسي ڪلوگرام، ڪڻڪ في ماڻهو هڪ سؤ اٺ ڪلوگرام ۽ ڪپهه في ماڻهو بياسي گنڍيون. ★ ميٽرڪ ٽن = ١٠٠٠ ڪلوگرام، هڪ گنڍي = ١٧٠ ڪلوگرام.

| سنڌ جي زرعي پيداوار ٨٢-١٩٨١ع | چانور (ميٽرڪ ٽن ۾) | ڪڻڪ (ميٽرڪ ٽن ۾) | ڪپهه (بيل ۾) |
|---|---|---|---|
| ڪل پيداوار | ١٥٨٤٢٠٠ | ٢٠٦١٧٠٠ | ١٥٥١١٠٠ |
| في ماڻهو پيداوار (اصل آباديءَ جي موجب) | ١٠٧ ڪلوگرام | ١٣٩ ڪلوگرام | ١٠٥ بيل |
| في ماڻهو پيداوار ناجائز آباد ٿيل آباديءَ سان | ٨٣ ڪلوگرام | ١٠٨ ڪلوگرام | ٨٢ بيل |

ٻئي پاسي پنجاب جي في ماڻهو زرعي پيداوار هيٺين ۽ ريت ٿي بيهي:

چانور في ماڻهو ٽيهه ڪلوگرام، ڪڻڪ في ماڻهو هڪ سؤ سٺهٺ ڪلوگرام ۽ ڪپهه في ماڻهو سٺ ڪلوگرام.

| ٨٢ - ١٩٨١ع | چانور | ڪڻڪ | ڪپهه |
|---|---|---|---|
| سنڌ جي في ماڻهو پيداوار | ١٠٧ ڪلوگرام | ١٣٩ ڪلوگرام | ١٠٥ بيل |
| پنجاب جي في ماڻهو پيداوار | ٨٣ ڪلوگرام | ١٦٧ ڪلوگرام | ٦٠ بيل |

مٿين ۽ ٽيبل مان بخوبي اندازو ٿي سگهندو ته جيڪڏهن ٻاهرين صوبن جا ماڻهو، سنڌ جي زرعي پيداوار، جيڪا هنن ڪسي زمين الاٽ هئڻ جي سلسلي ۾ حاصل ٿي، مان حصو نه ڪٽي

★Ag icul̦ture statistice of Sind 1983-84.
Agriculture siaiistics of Pak 83, MINFA ISLM.

وچن ته جيڪر سنڌ جو زميندار ۽ هاري ڪيترو نه خوشحال ٿي وڃي.

هتي هڪ ڳالهه ٻي ڄاڻائڻ به ضروري آهي ته پيداواري زمين، سنڌ ۾ گهٽجي رهيل آهي، جڏهن ته پنجاب ۾ ان جي حد ختم ٿيڻ جي برابر پهتي آهي. تنهن ڪري سنڌ جي پيداوار ۾ ته پاڻي ۽ ٻين سهولتن مهيا ٿيڻ سبب وڌندي ويندي، پر پنجاب جي پيداوار جي حد تقريبا ساڳئي اها رهندي.

سنڌ ۾ ١٢٧٤٥٢٢ ايڪڙ زمين رهيل آهي جا پوک لائق آهي ۽ پنجاب ۾ پوک لائق رهيل زمين ــــــــ ايڪڙ آهي. اهڙيءَ طرح سنڌ ۾ في ماڻهو پوک لائق رهيل زمين ــــــــ ايڪڙ آهي، جڏهن ته پنجاب ۾ پوک لائق رهيل زمين مٿان في ماڻهو ــــــــ ايڪڙ بيهي ٿو. اتان لڏي اچڻ جو فرق صاف ظاهر ٿو نظر اچي، جيڪو ١٩٥١ع جي آدمشماريءَ ۾ پنجاب اندر زمين مٿان دٻاءَ جو ڄاڻايل آهي.

اهڙيءَ ريت جيڪڏهن آدمشماريءَ ۾ مسلسل واڌ ايندي رهندي ته خوراڪ جي ضرورت ۾ به واڌ ايندي. نتيجي ۾ مقامي ماڻهوءَ کي گهرج واريون شيون اصل اڳهه کان مٿي خريد ڪرڻيون پونديون، ڇو ته طلب وڌي وڃڻ سبب، شين جا اگهه به خود بخود مٿي چڙهي ويندا.

ٻئي پاسي پنجاب لاءِ اهو موقعو پيدا ٿيندو جو هو پنهنجي فالتو پيداوار ٻاهرين ملڪن ڏانهن اماڻي پرڏيهي ناڻو ڪمائي، جنهن جو اثر اتان جي هاريءَ ۽ زميندار تي پوندو، جيڪو سنڌ جي زميندار ۽ هاريءَ جي پيٽ ۾ وڌيڪ ناڻو حاصل ڪري سگهندو.

### [ب] تعليم ۽ صحت تي اثر

آباديءَ جي وڌڻ سبب تعليم ۽ صحت تي خرچ به وڌي ٿو. هن وقت سنڌ جي ڪل خرچ جو پنجون حصو انهيءَ ناجائز

آباد ٿيل ٢٢ لک ماڻهن تي واڌو لڳي ٿو، جيڪو اصلي آباديءَ تي اڇڻ گهربو هو. پيو اها ناجائز واڌ گهٽي يا ڳي شهرن ۾ ٿي آهي، تنهن ڪري خرچ جو وڏو حصو شهرن ۾ لڳي ٿو. نتيجي ۾ ٻهراڙيءَ کي مقرر خرچ جو گهٽ حصو حاصل ٿئي ٿو. جيڪڏهن انهيءَ ٤٢ لکن تي اينڊڙ ويهه سيڪڙو خرچ به ٻهراڙيءَ ۾ ڪم اچي ها ته جيڪر ٻهراڙيءَ ۾ تعليم ٤٠ سيڪڙو وڌي ها ۽ ٤٠ سيڪڙو صحت ۾ سڌارو اچي ها.

ڪراچيءَ ۾ ڏسبو ته ڪراچي يونيورسٽي ۽ N.E.D يونيورسٽي کي سنڌي پولي ڳالهائيندڙن جو ڪو حصو ڪونهي سنڌين کي داخلائون ملن ٿي ڪونه ٿيون ۽ نه وري قانوني طور سيٽون مخصوص آهن سواءِ ميرٽ جي. ائين ٿو لڳي ته اهي ادارا سنڌ لاءِ نه پر خاص طور غير سنڌين لاءِ قائم ٿيل آهن.

[وڌيڪ تفصيل ڪراچيءَ ۾ الڳ ڏنو ويندو]

ڪراچيءَ ۾ آيل صحت ۽ تعليم تي خرچ هن ريت آهي:

صحت تي ٨٣-٨٤ع ۾ ٦٤١٠٣ ملين ۽ ١٩٨٤-٨٥ع ۾ ١٤٣٤٨ ملين آهي. انهيءَ کان پهريون ١٩٨٠-٨١ع ۾ ١٣٤٠٠٧ ملين به رهيو آهي.

تعليم تي ١٩٨٣-٨٤ع جو خرچ ٢١٤٨٩٣ ملين ۽ ١٩٨٤-٨٥ع ۾ ٩٤٥٨٩ ملين هو. جڏهن ته ١٩٨٠-٨١ع ۾ ١٩٤٩٧٥ ملين هو.

ٻئي پاسي حيدرآباد ۽ سکر شهرن جي تعليم ۽ صحت جو گڏيل خرچ، ڪراچيءَ جي خرچ کان اڌ کان به هيٺ ٿيون حصو ٿو بيهي. جيئن ته:

صحت تي ١٩٨٣-٨٤ جو خرچ ٣٤٤٥٤ ملين ۽ ١٩٨٤-٨٥ جو خرچ ٢٤٧١٨ ملين هو. جڏهن ته ١٩٨٠-٨١ع ۾ رڳو ٤٣٥٧٠. ملين هو.

تعليم تي ١٩٨٣-٨٤ع جو خرچ ٧٤٨٤٣ ملين ۽ ٨٤-٨٥ع ۾ ١٤٣١٤ ملين هو. جڏهن ته ١٩٨٠-٨١ع جو خرچ ٦٤٠٥٣ ملين هو.

| | صحت تي خرچ | | | تعليم تي خرچ | | |
|---|---|---|---|---|---|---|
| شهر جو نالو | ١٩٨٠-٨١ع | ١٩٨٣-٨٤ع | ١٩٨٤-٨٥ع | ١٩٨٠-٨١ع | ١٩٨٣-٨٤ع | ١٩٨٤-٨٥ع |
| ڪراچي | ١٣٦٫٠٠٧ ملين | ٦٫٦٠٣ ملين | ١٫٣٤٨ ملين | ١٩٫٩٧٥ ملين | ٢١٫٨٩٣ ملين | ٩٫٥٨٩ ملين |
| حيدرآباد ۽ سکر | ٠٫٣٥٧ ملين | ٣٫٤٥٤ ملين | ٢٫٧١٨ ملين | ٦٫٠٥٣ ملين | ٧٫٨٤٣ ملين | ١٫٣١٤ ملين |

هاڻي ٿورو غور ڪري ڏسبو ته خرچ جي ڪٿ ڪيتري قدر نه غيرمتوازن آهي ١٩٨٣-٨٤ع ۾ صحت تي حيدرآباد ۽ سکر تي آيل خرچ ڪراچيءَ جي اڌ برابر آهي، پر ١٩٨٠-٨١ع ۾ ڪراچيءَ جو خرچ ٣٥ پيرا مٿي آهي. ساڳئي نموني تعليم تي ١٩٨٣-٨٤ع ۾ ڪراچيءَ جو خرچ ٽيڻ تي آهي ١٩٨٤-٨٥ع وري ڏهوڻ تي ۽ ١٩٨٠-٨١ع ۾ به ٽيڻ کان مٿي آهي. اهو ساڳيو حال ٻين کاتن ۾ به آهي، ۽ ان جو سبب رڳو ڪراچي جي آباديءَ ۾ ناجائز آباديءَ جو واڌارو آهي.

جيڪڏهن ڪراچيءَ لاءِ سهولتن جو ايڏي وڏي پيماني تي بندوبست ٿيندو رهيو ۽ ماسٽر پلان ٻهراڙيءَ بجاءِ ڪراچيءَ جا نهندا رهيا ۽ پلانن کي سنڌ جي ماڻهن لاءِ مخصوص ڪرڻ جي بجاءِ پوري پاڪستان کي دعوت ملندي رهي ۽ روزگار جا موقعا ٻين صوبن جي ماڻهن کي ملندا رهيا ته پوءِ ڪراچيءَ ۾ ٻاهرين ماڻهن جي پيهه ويندي وڌندي ۽ سنڌ جو ماڻهو وتندو پٺتي پوندو.

[ت] سياسي مسئلا:

هن کان پهريون قومي اسيمبليءَ ۾ سنڌ جون ٤٣ سيٽون هيون. پر آباديءَ جي واڌ سبب ٿي سيٽون وڌايون ويون. ٽن سيٽن مان ٻه سيٽون ڪراچيءَ کي ڏنيون ويون. فقط انهي آباديءَ جي وڌڻ سبب. باقي هڪ سيٽ شڪارپور جي ضلعي ٽيڻ سبب ان کي ڏني وئي. اهڙيءَ طرح صوبائي اسيمبليءَ ۾ ـــ وڌايون ويون.

اهڙيءَ طرح سنڌ جي آبادي ٻين صوبن مان ڪراچيءَ ۽ ٻئي هنڌ منتقل ٿيندي رهي ته غير سنڌي (پنجابي ۽ پٺاڻ) ووٽرن جو تعداد وڌندو ويندو. صاف ظاهر آهي ته پوءِ پنجابي ۽ پٺاڻ

پاڻ کي سنڌ جي سيٽن تي سولائيءَ سان ڪامياب بڻائيندا. ۽ نتيجي ۾ قومي ۽ صوبائي اسيمبلين ۾ سنڌي (جنهن ۾ اردو ٻوليءَ وارا به شامل هوندا) ميمبرن جو تعداد گهٽبو ويندو. ان ريت ۱۵ سالن کانپوءِ سنڌي ميمبرن جو تعداد ۴۰ سيڪڙو وڃي رهندو ۽ اڪثريت ۾ پنجابي ميمبر هوندا ۽ ڪجهه پٺاڻ.

موجوده سنڌ اسيمبليءَ ۾ پنجابي ڳالهائيندڙن جو تعداد ڳڻڻ جيتري آهي ۽ اميدوار بيٺا هئا. وڏندڙ پنجابي ۽ پٺاڻ جي لڏپلاڻ سبب اُهي جيڪي ۱۹۸۵ع جي اليڪشن هارائي چڪا آهن ايندڙ ڏيهاڙن ۾ پنهنجي لاءِ آئيل پاڻ جي ڪري، مضبوط اميدوار ٿي ابرندا.

## لڏپلاڻ ۽ ان جا اثر

جيئن ته لڏپلاڻ مان مراد هڪ جاءِ کان ٻيءَ جاءِ تي لڏي وڃڻ يا گهر مٽائڻ. ورتي ويندي آهي، تنهن ڪري ڏسڻو اهو آهي ته اهو عمل اصل ۾ آهي ڇا ۽ ان جا ڪهڙا محرڪ يا ڪارڻ آهن:

عام طرح لڏپلاڻ جا هيٺيان قسم آهن:

(۱) هڪ ڳوٺ مان لڏي وڃي ٻئي ڳوٺ ۾ ويهڻ.
(۲) ڳوٺ مان لڏي شهر ۾ وڃي ويهڻ.
(۳) ڳوٺ يا شهر مان لڏي ڪنهن ٻئي ضلعي ۾ وڃي ويهڻ.
(۴) هڪ صوبي مان لڏي ڪنهن ٻئي صوبي ۾ ويهڻ.
(۵) هڪ ملڪ مان لڏي ڪنهن ٻئي ملڪ ۾ وڃي ويهڻ.
(٦) ڪڏهن ڪڏهن ٻني ٻاري سانگي، پنهنجا گهر ڇڏي ڪنهن ٻئي هنڌ پوک جي سهوليت خاطر لڏي وڃي ويهڻ.

انهيءَ لڏپلاڻ جا سبب ڌار ڌار حالتن موجب ڌار ڌار ٿين ٿا. مثال طور: (۱) کان (۴) تائين جا سبب هيٺيان ٿي سگهن ٿا:

[ i ] پاڻ ۾ دشمني سبب، ماڻهو پنهنجو اباڻو گهر ڇڏي وڃي ٻئي هنڌ ڪنهن ڳوٺ، شهر يا صوبي ۾ رهي ٿو ته جيئن

ڪيس ۽ سندن گهر وارن لاءِ جان ۽ مال جو خطرو پڻ رهي ٿو.

[ii] اڪثر ماڻهو ڳوٺن مان شهر ۾ لڏي وڃي ويهندا آهن ته جيئن پنهنجن ٻارن کي تعليم ۽ صحت جون سهولتون ڏياري سگهن. شهرن جي روشنيءَ ان لاءِ وڏي ڪشش رکي ٿي. ڇوته شهرن ۾ ڳوٺن جي مقابلي ۾ زندگيءَ جون سهولتون آسانيءَ سان ميسر آهن.

[iii] روزگار خاطر هميشه شهرن ڏانهن رخ ڪيو ويندو آهي: ڇو ته ڳوٺ جا پڙهيل نه ڪرندڙ نوجوان اڪثر روزگار لاءِ شهر ڏي اچن ٿا.

۾ جڏهن لڏ پلاڻ هڪ صوبي کان ٻئي صوبي ڏانهن، يا وري هڪ ملڪ مان ٻئي ملڪ ڏي ٿئي ٿي ته ان جو وڏو سبب روزگار جي تلاش ٿئي ٿو. اهو انهيءَ ڪري جو پنهنجي ملڪ يا صوبي ۾ روزگار جا وسيلا گهٽ هجن ٿا يا پنهنجي پيٽ ۾ اتي سٺا موقعا مهيا ٿين ٿا.

بهرحال لڏ پلاڻ جو وڏو سبب روزگار جي تلاش ٿي رهيو آهي. انهيءَ ڏس ۾ لڏ پلاڻ انفرادي يا مجموعي طور ٿيندي آهي. مجموعي طور مان مراد، طاقتور قوم، ڪنهن ڪمزور قوم تي چڙهائي ڪري اتان جي قدرتي وسيلن تي پنهنجو قبضو ڄمائي، پنهنجي استعمال ۾ آڻيندي آهي. انفرادي لڏ پلاڻ اها آهي،جنهن ۾ پورو خاندان يا خاندان جو ڪو هڪ يا هڪ کان وڌيڪ فرد روزگار خاطر لڏي ڪري ٻئي هنڌ مستقل يا عارضي رهائش ڪندا آهن، جيئن اڄڪلهه عرب ملڪن، يورپ، آمريڪا، آسٽريليا ۽ ڪئناڊا وغيره ۾ تين دنيا جا ماڻهو وڃي رهن ٿا.

اٿين تمام گهٽ ٿيو آهي جو ماڻهو روزگار کانسواءِ آبهوا خاطر لڏي وڃي ڪنهن ٻيءَ جاءِ تي وينا هجن. جي اٿين هجي ها ته پوءِ هر ملڪ يا هڪ ملڪ اندر ڪنهن صوبي جا ماڻهو انهيءَ جاءِ تي ڪنا هجن ها، جتان جي آبهوا ڀهرينءَ جي پيٽ

۾ وڏيڪ سٺي هجي ها. روزگار ڏي اهڙو مسئلو آهي، جنهن سبب ماڻهو مجبور ٿي پنهنجا اباڻا گهر ڇڏي ڪنهن ٻئي هنڌ وڃي رهي ٿو يا وري وڌيڪ خوشحال زندگي گذارڻ خاطر پنهنجو ڳوٺ، شهر، صوبو يا ملڪ ڇڏي وڃي ٿو.

## طريقو

اصل موضوع تي اچڻ کان اڳ ان ڳالهه جي گهڻي ضرورت محسوس ٿئي ٿي ته شمارياتي تجزيي ۾ ڪم ايندڙ تصورات (Concepts) جي پوري وضاحت ڏني وڃي ته جيئن پڙهندڙ پاڻ به پنهنجي خيال ۽ سمجهه موجب جائزي وٺڻ ۽ جانچڻ جي اهل ٿي سگهن. شماريات ۾ هميشه ائين ٿيندو آهي جو سڀ کان پهريون گهربل معلومات ڪٺي ڪئي ويندي آهي. پوءِ انهيءَ مواد کي ترتيب ۾ آڻي ان جو هر پهلوءَ کان جائزو ورتو ويندو آهي. انهيءَ عمل ۾ سراسري، تناسب ۽ چاٺايل مدي جو وڏو دخل ۽ عمل رهندو آهي.

هتي اهو چاٺائڻ به ضروري آهي ته هن مضمون ۾ ڏنل مواد يا ڪٺو ڪيل مواد، جنهن کي آڌو رکي جائزو ورتو ويو آهي سو صرف سرڪاري ڪتابن تان کنيو ويو آهي ۽ جيئن جو تيئن پيش ڪيو ويو آهي. مثال طور پاڪستان سرڪار جا ڇپيل ۱۹۵۱ع کان ۱۹۸۱ع تائين آدمشماريءَ جا ڪتاب ۽ ان سان گڏ ٻيا واسطيدار ڪتاب. انهيءَ ڏس ۾ ڪجهه ضروري ٽيبل پڙهندڙن جي دلچسپيءَ لاءِ آخر ۾ ڏنل آهن. سڀئي ٽيبلون ڏيڻ ضروري نه هو، پوءِ به جنهن کي تفصيلي جائزو وٺڻو هجي سو سڄو مواد ٽيبل جي صورت ۾ اداري کان گهرائي سگهي ٿو، يا انهن ڪتابن ۾ اچا ڏسي سگهي ٿو.

هتي اهو چاٺائڻ به ضروري ٿو لڳي ته هي انگ اکر سرڪاري آهن، جن ۾ پنهنجي طرفان هڪ انگ جو به واڌارو ٿيل ناهي. اسان جو مقصد هيءَ حقيقت ثابت ڪرڻ آهي ته اهي سرڪاري انگ اکر سراسر اعتبار لائق ناهن، بلڪ جڙتو ۽ گمراهه ڪن آهن.

## سراسري ۽ تناسب

پاڪستان سرڪار طرفان ڇپايل آدمشماريءَ جي ڪتابن ۾ ٻولين جـو ڪالم ۱۹۵۱ع ۽ ۱۹٦۱ع جـي ڳڻپ (Teensus) ۾ مختلف آهي ته ۱۹۸۱ع جي ڳڻپ ۾ الڳ. پر ۱۹۷۲ع جي ڳڻپ ۾ ٻولين جو ڪالم ڏنل ئي ڪونهي- ۱۹۷۲ع جـي ڳڻپ ۾ اهو ڇاڻايو ويو آهي ته اهو ڪم تڪڙ ۽ افـرا تفريءَ ۾ ٿيل آهي (بنگلا ديش ٺهڻ سبب) تنهن ڪري ڳڻيون ڳالهيون رهجي ويل آهن يا نه، پر ٻولين جو ڪالم ضرور رهجي ويـو آهـي. اهوئي سبب آهي جو ٻولين جي جائزي وٺڻ لاءِ سڌو سنئون ۱۹۵۱ع کان ۱۹۸۱ع تـ ئين آيـل سراسري واڌ جـو جائزو ورتو ويـو آهـي- ۱۹۵۱ع کان ۱۹۸۱ع جي سراسري واڌ مـان مراد انهيءَ وچ ۾ سرڪاري طور ڏيکاريل ٻولين جي واڌ سمجهڻ گهرجي.

تناسب مان عام جائزو اهو ٿو ملي ته ڪا ڳالهه ڪنهن ٻيءَ جي ڪيترو ويجهي يا پري آهي. مثال طـور د گهرن لاءِ ۳۲ خاندان، هڪ دڪان پويان ۱۵ گهر يا ڏهه هزار ماڻهن لاءِ ۳ ڊاڪٽر وغيره.

هڪ ٻيءَ ڳالهه جي پڻ وضاحت ضروري آهي ته ۱۹۵۱ع ۽ ۱۹٦۱ع جي آدمشماريءَ ۾ سرائڪي ۽ هندڪو ٻوليون ڄاڻايل ڪونه آهن، پر ۱۹۸۱ع ۾ اهي جدا ڏنيون ويون آهـن. سنڌ ۽ پنجاب ۾ سرائڪي ٻولي ۱۹۵۱ع ۽ ۱۹٦۱ع جي آدمشماريءَ ۾ شامل ڄاڻائي وئـي آهـي ۽ هندڪو وري پشتو ۾ شامل انهيءَ حساب سان ۱۹۸۱ع جي آدمشماريءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ جو تناسب ساڳيو سرائڪي شامل ٿو ٿيهي؟ تنهنڪري ۱۹۸۱ع جي آدمشماري ۾ سنڌ اندر سرائڪي، سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ شامل سمجهڻ گهرجي. باقي ۱۹۸۱ع ۾ جداگانه ڏيکاريل سرائڪي ٻولي فقط پنجاب جي ٻولي سمجهڻ گهرجي نڪي سنڌ جي. ان کان عـلاوه ۱۹۵۱ع ۽ ۱۹٦۱ع جي ڳڻپ ۾ گجراتي، راجستاني، انگريزي، فارسي، عربي ۽ ٻيون ٻوليون ڄاڻايل آهن- ۱۹۸۱ع جي ڳڻپ ۾ اهي سڀ جدا ڄاڻايل ڪونهن، پر ٻين ٻولين جـي ڪالم ۾ گڏ ڏيکاريل آهن.

تنهن‌ڪري سنڌ اندر پين پولين ڪيّ جمع ڪري پوءِ جائزو ورتو ويو آهي.

## آدمشماريءَ ۾ فطري ۽ غيرفطري واڌ:

### فطري واڌ:

ملڪ جي آباديءَ ۾ واڌ جا سبب فطري واڌ ۽ بين‌الاقوامي لڏ پلاڻ ئي ٿين ٿا. فطري واڌ اها آهي جيڪا ملڪ يا صوبي اندر ڄم ۽ موت جي تفاوت ٿئي ٿو. يعني سال اندر جيترا ٻار زنده ڄمن ٿا ۽ جيترا ماڻهو موت جو شڪار ٿين ٿا، اهو تفاوت ملڪ يا صوبي جي آدمشماريءَ ۾ فطري واڌ چئبي. فطري واڌ هڪ سال ۾ ڄم جو تعداد – هڪ سال ۾ موت جو تعداد.

### غيرفطري واڌ:

غير فطري، ڪنهن ملڪ يا صوبي ڪان ماڻهن جو لڏي اچي آباد ٿيڻ آهي. غيرفطري واڌ ملڪ يا صوبي اندر، ڪنهن ٻئي ملڪ يا صوبي جا لڏي اچي آباد ٿيل ماڻهن جو تعداد.

## آدمشماري ۽ اقتصادي ترقي:

### آدمشماري

اڻويهين صديءَ ۾ دنيا اندر اتر آمريڪا، آسٽريليا ۽ نيوزيلينڊ لاءِ ٻاهران لڏي ايندڙن جو هڪ وڏو مسئلو رهيو هو ته ٻئي پاسي يورپ ڪي اتان لڏي ويندڙن جو مسئلو درپيش هو، پر هن وقت انهن ملڪن ۾ اهو مسئلو ڪو خاص مسئلو نه رهيو آهي. هن وقت ترقي يافته يا ترقي پذير ملڪن ۾ شرح واڌ ۾ زمين آسمان جو فرق آهي. ترقي پذير ملڪن ۾، ترقي يافته ملڪن جي ڀيٽ ۾ ڄم ۽ موت جي شرح (Rate of fertility) وڌيڪ آهي. ترقي پذير ملڪن ۾ آدمشماريءَ جي شرح واڌ اٽڪل ٢٫٥ سيڪڙو آهي. جڏهن ته اقتصادي طور ترقي يافته (Economically developed) ملڪن ۾ شرح واڌ رڳو هڪ سيڪڙو آهي.

دنيا جي مختلف حصن ۾ موجوده شرح واڌ سان، ٢٠٠٠ع (صديءَ جي پڇاڙيءَ تائين) ۾ آباديءَ ۾ تڪڙيون تبديليون اچي وينديون. ١٩٥٠ع کان پوءِ ٢٠٠٠ سالن جي آخر تائين، هن ڌرتيءَ مٿان نون چار ملين ماڻهن جو واڌارو اچي ويندو. انهيءَ وڌيل آباديءَ جو سٺ سيڪڙو يعني ٢٦٥ (اڍائي ملين) ماڻهو رڳو ايشيا ۾ وڌي ويندا، جنهن ۾ پاڪستان پڻ اچي وڃي ٿو. حساب لڳائجي ٿو ته پوين گذريل ٥٠ سالن ۾ ايشيا اندر ٣٠٠ سيڪڙو جي رفتار سان آباديءَ ۾ واڌارو اچي چڪو آهي. آفريڪا ۽ ليٽن آمريڪا ۾ اها واڌ ٤٠٠ سيڪڙو سان ٿي آهي. ٻئي پاسي، ايندڙ ٥٠ سالن اندر (٢٠٠٠ تائين) يورپ روس ۽ اتر آمريڪا(USA) جي آباديءَ ۾ ٢٠ کان ٣٠ سيڪڙي تائين گهٽتائي اچي ويندي.

**ترقيءَ سان واسطو:**

(١) وڌندڙ آباديءَ جو ترقيءَ سان لاڳاپو ان لاءِ اهم آهي، جو اهو مسئلو نه فقط ماڻهن جي وڌندڙ انگ جو آهي، پر انسان ذات جي معيار زندگي ۽ معاشري جي ڀلائي ۽ بهبوديءَ سان آهي.

(٢) تيز وڌندڙ آباديءَ جي شرح واڌ ترقيءَ ۾ رڪاوٽ ۽ گهٽ ترقي يافته (Under developed) ٿي بڻائي.

(٣) آباديءَ جا ڪيترا حقيقي مسئلا، آبادي وڌڻ سان نه پر ڪنهن هڪ جاءِ آباديءَ جي گهوڙهي (Concentrate) ٿيڻ سان پيدا ٿين ٿا.

(٤) وڌندڙ آبادي، بي روزگاريءَ جو مسئلو پيدا ڪري ٿي.

اقتصاديات ۽ شماريات جي ماهرن جي هڪ اندازي موجب هن صديءَ جي آخر ۾ (٢٠٠٠ سال ۾) دنيا ۾ ١٩٧٠ع جي ڀيٽ ۾ ٩٢٠ ملين کان مٿي ماڻهو نوڪريءَ جي تلاش ۾ پريشان رهندا، جنهن مان ٤٥ سيڪڙو ڏکڻ ايشيا جنهن ۾ پاڪستان آهي

*Economic for A Developing world M.P. Tolaro1977.

هن صديءَ جي آخر ۾ سنڌ اندر غيرفطري واڌ سبب
روزگار لائق ١٠٠ مان ٩٠ ماڻهو بي روزگار هوندا.

ءِ ٣١ سيڪڙو اوپر ايشيا ۾ هوندا.

(٥) مالٿس جي اصول موجب، جي آباديءَ جي شرح واڌ ۾ خوراڪ جي شرح پيداوار کان وڌي ويندي ته ڏڪر منهن ڪيندو. ان جو تازو مثال آفريڪا ۾ قحط آهي. زمينون به ڪنهن هڪ حد کان مٿي، پيداوار نٿيون ڏئي سگهن.

(٦) آباديءَ جي گنجان ٿيڻ سان. سماجي بهبوديءَ جا پروگرام گهٽجي وڃن ٿا ۽ ايندڙ نسل کي پنهنجي وڌڻ جي پيٽ ۾ ان جا موقعا گهٽ مهيا ٿين ٿا.

(٧) پيداواري عمل کي جاري رکڻ جو سونهري اصول اهو آهي ته هر نسل پنهنجي مستقبل لاءِ اهڙوات اهو ڪجهه (Pro create) پيدا ڪري وڃي، جيڪو هو پاڻ پنهنجي گذريل نسل (Past-generation) کان اهڙوات پيدا ڪرڻ جي خواهش ۽ توقع رکي ٿو.(١)

انهيءَ ڪري هر ايندڙ نسل اڳين نسل جي تعمير هوندي آهي، اهو ئي سبب آهي جو، جيڪڏهن پيداوار جا ذريعا وڌيل آدمشماريءَ (Over-population) سبب محدود ٿي ويندا ته پوءِ اهو پيهر پيداواري عمل جي سونهري اصول جو جاري رهڻ رڪجي ويندو.



(١) Golden rule for reproduction that each generation should pro-create for the future as it would have wished the past generation to procreate for it self.

اسان سنڌ ۾ سنڌين جي مستقل طور تي
حڪومت چاهيون ٿا ۽ انهيءَ سلسلي ۾
ڪو به مذهبي سوال پيدا ٿيڻ نه ڏيندا
سي - اسان سنڌ جي سرزمين کي
هڪ مستقل ملڪ مڃيون ٿا

مولانا عبيدالله سنڌي

| صوبا | اردو | پنجابي | پشتو | سنڌي | بلوچي | بروهي | هندڪو | سرائڪي | ٻيون ٻوليون |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| سرحد | ٠٫٨٣ | ١٫١٠ | ٦٨٫٣٠ | ٠٫٠٥ | ٠٫٠٤ | ٠٫٠١ | ١٨٫١٣ | ٣٫٩٨ | ٧٫٥٩ |
| قبائلي علائقا | ٠٫٠١ | ٠٫١٠ | ٩٩٫٧٠ | ٠٫٠٥ | ٠٫٠١ | ٠٠٫٠٠ | ٠٫٠٢ | ٠٫٠٠ | ٠٫٠٩ |
| پنجاب | ٤٫٢٧ | ٧٨٫٦٨ | ٠٫٧٦ | ٠٫٠٨ | ٠٫٥٧ | ٠٫٠١ | ٠٫٠٤ | ١٤٫٩٠ | ٠٫٦٩ |
| سنڌ | ٢٢٫٦٤ | ٧٫٦٩ | ٣٫٠٦ | ٥٢٫٤٠ | ٤٫٥١ | ١٫٠٩ | ٠٫٣٦ | ٢٫٢٩ | ٥٫٩٧ |
| بلوچستان | ١٫٣٧ | ٢٫٢٤ | ٢٥٫٠٧ | ٨٫٣٩ | ٣٦٫٣١ | ٢٠٫٦٨ | ٠٫١٣ | ٣٫٠٨ | ٢٫٨٢ |
| اسلام آباد | ١١٫٢٣ | ٨١٫٧٣ | ٤٫١٦ | ٠٫١٨ | ٠٫١٦ | ٠٫٠١ | ٠٫٦٠ | ٠٫١٠ | ١٫٨٣ |
| پاڪستان | ٧٫٦٠ | ٤٨٫١٧ | ١٣٫١٤ | ١١٫٧٧ | ٣٫٠١ | ١٫٢٠ | ٢٫٤٣ | ٩٫١٠ | ٢٫٨١ |

ٽيبل نمبر ٤ جو تفصيل

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا

ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو ته پَڪَ ڄاڻو ته اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيلا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا **پَنَ** بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ **پَنَ** ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ **پَنَ** جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ **پَنَ** پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. **پَنَن** پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ يلي ڪمائي، رُڳو **پَنَن** سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

**پَنَن** کي ڳُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن ڪي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ ڪي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ ڪي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم ـ گولو، جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۾ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڙَهڻ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي پنهنجو حق، فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان به پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪي جو ٻيجل ٻوليو)